# ڪربلا

(ڪهاڻيون)

نورالهديٰ شاهه



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1991ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ اٺونجاهه**

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد. |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | لغاري اين لغاري ڪارپوريشن، ڪلهوڙا ڪالوني حيدرآباد، سنڌ. |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي | طارق گل پيو |
| ٻيون ايڊيشن | سيپٽمبر 1991ع |
| **قيمت** | 45/- روپيا |
| پڪي جلد سان | 65/- روپيا |




*Karbala (Short Stories). Written by Noor-ul-Huda Shah. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. Second Edition September 1991. Price Per Copy Rs 45/-*

هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن [illegible] 1981ع ۾ منصور پبليڪيشن حيدرآباد ڇپايو هو.

# انتساب

## خادم حسين شاھ جي نالي

جنھن منھنجي اندر جي ليکڪا کي زندگيءَ جي هر آزمائش
۾ جيئرو رکيو.

”ڪير وارن ڏندن سان تو جبل ٽوڙڻ چاهيو،
مورک!
سپنا ڏسڻ لاءِ ڇا ڪا رات ئي ڪافي نہ هُئي!“
- آتيلا يوسف
(هنگريءَ جو شاعر)

# فهرست

## ڪهاڻيون

# ٻه اکر

ليڪ تي هڪڙو دور بي حد جذباتي نوع جو ايندو آهي. اوچتو، هن جي احساسن جي وهڪري ۾ عام حالتن کان وڌيڪ تيزي اچي ويندي آهي. جيئن اوچتو دريا چڙهي اچي- اُٿلي پوي ۽ ڪڪ پن بنا ڪنهن الڳ الڳ سُڃاڻپ جي ٻوڙيندو وڃي.

ان نارمل نوع کان هٽيل وهڪري کي ڇا چئبو آهي!؟

ان شدت جو Re-action ڇا هوندو آهي!؟

انهن سوالن جو جواب آهي ٻه ۽ ناهي ٻه.

جيتوڻيڪ اهي احساس ٻنهين ذاتي هوندا آهن.

جيتوڻيڪ ان وهڪري جي تيزيءَ جا ڪارڻ ليڪ جي ٻنهين اندر، ٻاهرين حالتن کان ڪٽيل، نفسياتي طرح سان مُنجهيل، نہ ليڻ برابر ليندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ جي ڪٽَ گهٽُو پوءِ ليڪ پنهنجي نفسياتي ۽ جذباتي چنڊَ ڇاڻ ڪانپوءِ لڳائيندو آهي، پر گهٽُو اِڪتي هلي. گهربل ضرورت مطابق Mature ٿيڻ ڪانپوءِ.

ان حالت ۾ ٻہ صورتون جنمجي سگهن ٿيون.

يا تہ اُن جذباتي وهڪري ۾ لکيل پنهنجيون سموريون لکڻيون Disown ڪجن يا تہ Mature نقاد جي حيثيت سان بي درديءَ سان اُن تي منڊيئڙا پائي ڪنهن حد تائين قبول ڪرڻ جوڳو بڻائجي.

ٻي صورت ڪي ئي مون بهتر سمجهيو پر ائين ڪندي ٻہ پاڻ تي اخلاقي ذميداري محسوس ٿئي ٿي اُن پس منظر کي ڪنهن چور جيان نہ لڪائجي جيڪو اُن دؤر ۾ لکڻ جو ڪارڻ بڻيو.

ڪجھ سال پهرين تائين پنهنجين ڪهاڻين جي پس منظر ۾ پنهنجي Personal involvement جو ذڪر/ اعتراف- گناھ جي اعتراف جيان مُشڪل لڳندو هو. اڄ مون لاءِ اهو ذڪر/ اعتراف ڪنهن نئين ۽ حسين منظر جيان نکور ۽ حيران ڪندڙ آهي. اڄ جڏهن آئون داخلي احساسن هيٺ پنهنجي اندر جي ڳڙڪي کولي اندر ۾ ليئو پايان ٿي تہ ڪنهن ٻار جيان حيران ٿي سوچيان ٿي. اڃا ايترو ڪجھ آهي مُنهنجي اندر!؟ ساڻ ئي هڪڙو بور ڪندڙ احساس تہ هيل تائين محض ٻاهر جا منظر لکيا پي شايد!!-

اجنبيت!!

پنهنجي پاڻ کان اجنبيت!!

مون هن مجموعي ۾ شامل گھڻي ڀاڱي ڪهاڻيون ۱۹۸۰ع ۾ لکيون. مسلسل ۽ مسلسل، بنا ڪنهن Gap جي.

Pregnancy جي حالت ۾ (جڏهن گرڀ ۾ پيل ٻار لاءِ ڊاڪٽرن وٽ زندگيءَ جي ڪائي ضمانت نه هئي).

مون تي طاري ٿيل موت جهڙي بوريئت.

بستريءَ تي پئي پئي اِها پوائنٽي سوچ ته مون وٽ ڪنهن ٻـه ايندڙ پل لاءِ ڪائي ضمانت ڪانهي.

گرڀَ ۾ پيل ٻار مون سان ڊائيلاگ نٿي ڪيو.

گرڀَ ۾ ڦهلجندڙ پولار ۽ اُن ۾ ٻولاٽيون ڪائيندڙ ٻار.

ٻار، جنهن کي مون هر حالت ۾ جنمڻ ٿي چاهيو.

اِهيا خواهش منهنجي اندر جي سگھ بڻجي ويل، بوريئت ويڙهه جي صورت اختيار ڪري ويل ۽ فرار لاءِ داخلي/خارجي سطح تي Romance هڪ نفسياتي ضرورت بڻجي ويل. اِهيا ضرورت پنهنجي اندر جي عورت جي Inner Satisfaction لاءِ بـه ته مان آهيان پنهنجي گرڀ جي حقيقت سميت. مان آهيان موت سان وڙهڻ لاءِ. مان آهيان زندگيءَ کي پائڻ لاءِ-

۽ مون ڪربلا ۾ شامل ڪهاڻيون لکيون.

هينئر سال ۱۹۹۱ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشنس پاران ڪتاب جي نئين ايڊيشن جي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ جڏهن مون ڪهاڻين کي نئين سري کان پڙهيو. اُنهن تي منڌيئڙا پاتا. اُنهن جي جذباتي شدت کي گهٽائڻ جي شعوري ڪوشش ڪئي. اُن ڪانپوءِ بـه ڪارڻ/ اڪارڻ پڙهندڙ سان ڊسڪس ڪرڻ لنوائي نـه سگھي آهيان. جلاوطن جون ڪهاڻيون لکڻ ڪانپوءِ، داخليئت ڏانهن شعوري/ اڻ شعوري لاڙي کي ڪنهن صحيح ڏِگ پهچائڻ کان پهرين اُن تبديليءَ کي محض تجربي جي حوالي ڪرڻ ڪانسواءِ- گھڻو اڳتي هلي مان ”رڻ ۽ رَڃ جو اتهاس“ لکي نـه سگھان ها- ڪربلا جون ڪهاڻيون منهنجو اُهو تجربو ئي آهن.

**نور الهديٰ شاهه**

۴-۹-۹۱

حيدرآباد

# منهنجو من - پنيور

ڏرتيءَ جي ٻرندڙ گولي تي ڪو رهجي ويل سپنو آهيان آئون (يا- صليب جو نشان آهيان). ڌرتيءَ جي پوڙهي ڇاتيءَ تي اُگهاڙن پيرن ڊوڙان ٿي جنم- جنم ڪان. پير پٿون ۾ اکيون آڳ اُلا. ڪو پريم پل آيو ئي نہ زندگيءَ ۾. دک جي دائري ۾ ڦرندي رهي آهيان. هاڻ تہ ڪارن ڪڪر وارن ۾ چانديءَ جون تارون ٿيون جرڪن، ڇڻ هڪ ڊگهو لينگهو پئجي ويو هجي منهنجي جواڻيءَ جي نرڙ تي.

هڪ پيرو (۾ سال گذريا اُنهيءَ هڪ پيري کي) ريلوي لائن جي ڪناري- ڪناري هلندي چيو هئم هن کي (جنهن جو من منهنجي اندر ۾ جنهن جو تن سرحد پار ٿو پڪي) تہ آئون تيزيءَ سان ڊوڙندڙ انهيءَ ريل هيٺ اچي آپگهات ڪنديس، جيڪا تنهنجي هر گس کي منهنجي هر گس تان ڪٽيندي ويندي. منهنجو تن ٽڪر - ٽڪر ٿي ڦهلجي ويندو ڌرتيءَ جي ڇوُ دشائن ۾ ۾ منهنجو بانورو من رهجي ويندو مڪليءَ جي قبرستان ۾. موٽ ۾ هو مُرڪي پيو هو "الاءِ ڇو سمجهان ٿو تہ تون آپگهات ڪري نہ سگهنديئن سنڌا!" چيو هئم "زندگيءَ جا هاڃا هلي مون پويان ناهن آيا- مون ڪيو آهي هر ڏک جو پيڇو ۽ ڇا آپگهات ڪو بيحد دکي ڪندڙ هاڃو ناهي گوتم!؟"

"سنڌا!" پولارن ۾ يڪ ٽڪ نهاريندي هن چيو هو "الاءِ ڇو ائين ٿو محسوس ٿئيم ڇڻ جنهن ڏينهن تون آپگهات ڪنديئن، سو ڏينهن حشر جو ڏينهن هوندو ڪم از ڪم مون لاءِ- ڏس نہ سنڌا! جنهن پل اسان آپگهات ڪرڻ جون ڳالهيون ڪندا آهيون، اُنهيءَ پل اسان جي اندر جي ماڻهوءَ جو آپگهات ٿي ويندو آهي. باقي رهندو آهي تن، جيڪو زندگيءَ جي رسم نڀائڻ لاءِ پيو تڳيندو آهي. پوءِ ڇا ضروري آهي تہ

اُنهيءَ کي ٻه آٺي ڇڏجي تيزيءَ سان ڊوڙندڙ ڪنهن ريل هيٺيان." ،

اسان چپ چاپ هلندا رهيا هئاسون ، ريل جي پٽن تان. هن پل سوچيان ٿي ته درد جي دريا منجهان پل- پل لنگهڻ کان پوءِ ٻه آئون آپگهات ڪري نه سگهي آهيان (ڇو!!؟) سلو پوائزن وانگر جيئان ٿي، ڇڻ هوريان- هوريان مرندي هجان. سپنو ڏسندي آهيان ته ٻاهر جي سُرخ اُلن ۾ سڙي ٿو منهنجو تن. سسئي وانگر رڻ ۾ ٿي واڪا ڪرڻ چاهيان پر دروازا سيئي بند آهن. جنم قيد جي انهيءَ مسلسل ڪيفيت ۾ آئون جيئان ٿي اڄ تائين. ائين ڀانئيندي آهيان ڄڻ منهنجي ڇوڏاري ڪوٽ ٿهليل هجي، اُپن ڪاون سان.

ائين محسوس ٿيندو اٿم ڄڻ دک جي مٽيءَ منجهان تخليق ٿي هجان آئون. سک جي مٽي منهنجي پتيءَ جي ئي نه هئي. سو بس اُنهيءَ جو سپنو ئي ڏٺو هئم. سک ڌرتيءَ جو اٽپورو سپنو آهي ۽ دک درياه آهي، جيڪو وهندو ٿو وجي تن جي رڳ- رڳ مان.

هر نئون صبح نئين آس من ۾ پالي ڏٺو هوندم، شايد اهو صبح هجي منهنجي حصي جو!. هر رات جي ڪاري ڏائڻ کي ڀاڪر پائي ستي آهيان. هر نئون سج اُميد جا هزار ڏيئا ٻاري ڏٺو اٿم. هر سج اُلهي وڃڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن جا سپنا پاليا هوندم من ۾.

ياد اٿم- چام شوري جي هيٺين تتل پٿرن تي گوتم سامتاٽيءَ سان هلندي سوچيو هئم "جو پل موجود آهي آئون انهيءَ پل جي ڪنوار آهيان. جو پل گذري ويو سو ڪنهن ڏهاڳڻ جيان آهي" سامهون سنڌ يونيورسٽيءَ جون عمارتون بيٺيون هيون. هيٺين پٿرن تي اسان جا پاڇولا هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي رهيا هئا.

"ڇا ٿي سوچين!" ڇوڏاري ٿهليل ٻي انت سانت ۾ هن مون کي پڪاريو هو "سوچيان ٿي گوتم! تون هليو ويندين. تنهنجو ۽ منهنجو ساٿ ويزا جي تاريخ تائين آهي. نجاڻ اُنهيءَ کان پوءِ جيئڻ ڪيڏو اوکو هجي!. تون جنم- جنم جو جلاوطن آهين ۽ مون پنهنجي ذات اندر جلاوطنيءَ جو عذاب سٺو آهي. جڏهن توکي پهريون ڀيرو ڏٺو هئم

تڏهن ڀريون ڀيرو پائيو هئم تہ منهنجي اندر ۾ بہ وطن آباد آهي. شايد- ڏامر جي ڪاري روڊ جي ٻنهي ڪنارن تي بيٺل وڻن جي ڇانوَ مان لنگهي رهياهئا سون. هلندي هلندي هن ڪنهن وڻ جي ٽاريءَ تان ٽي پن پٽيو. منهنجي ڳالهہ جي ورندي ڪيترا پل گذري وڃڻ ڪان پوءِ ڏني هئائين. ٽاريءَ تان پيلو پن ٽوڙيندي چيو هئائين "مون توساڻ وصل جي لحن ۾ بہ وڇوڙي جو عذاب سٺو آهي سنڌا!" هن جي اُداس اکين ۾ پيڙاؤن تي لڙيون انهيءَ پل "جلاوطن تہ هاڻي ٿيو آهيان. جڏهن کان توکان ڌار ٿيڻ جو عذاب اڳ ۾ ئي پيو سهان آئون. سرحد پار پنهنجيءَ جنم ڀوميءَ ۾ هليو ويندس ۽ منهنجو من، اتي ڪٿي، تنهنجي اندر موئن جي دڙي جي کنڊرن ۾، سنڌوءَ جي ڇولين ۾، مڪليءَ جي قبرستان ۾ رهجي ويندو. ٻڌين ٿي نہ سنڌا!"- اُنهيءَ پل ڀريون ڀيرو پاڻ کي اندرئي اندر سنڌ جي ٻيراٽن ۾ سسئي وانگر واڪا ڪندي ٻڌو هئم گوتم -گو -تم -گ -و -ت -م -گو -و -و -تم - تم - تم- اُهي ڏينهن جيڪي هن ساڻ سنڌ جي ڌرتيءَ تي ڊگها -ڊگها پنڌ ڪري گهاريا هئم اڄ بہ جيئڻ جو ڪارڻ پائيندي آهيان. دل جلاوطنيءَ جي ٽياس تي ٽنگجي ويندي آهي. هڪ اُداس نما شام جي ٽڪل ٽڪل لحن ۾ هن ڪاري مارڪر سان منهنجي هٿ تريءَ تي لکيو هو.

الا- ڏاهي مَ ٿيان- ڏاهيون ڏک ڏسن- ڏاهيون ڏک ڏسن- مون سان مون پريئن پورائيءَ ۾ پال ڪيا- مون سان مون پريئن- ڏاهيون ڏک ڏسن- الا- ڏاهي م ٿيان-

اکين منجهاران ٻہ بوندون هٿ تريءَ تي وڃي ڪريون هئم. گوتم! زندگي اڄ بہ زنده رهڻ جي رسم تي نڀائي. پر تو چيو هو نہ تہ ڏس سنڌا! ڪيڏو نہ وڏو هاڃو آهي جو تن تہ هڪڙيءَ ڀونءِ تي جيئي ۽ من ڪنهن ٻي ديس ۾ ڀٽڪندو رهي!. تن، من کان ڌار رهي ڪيئن ٿو جيئي سنڌا! ۽ ڪيئن جيئنداسون پاڻ! پر گوتم! توکان وڇڙڻ کان پوءِ زندگيءَ جون سڀ حقيقتون ڇاتيون اٿم. ماڻهو هر انداز ۾ جيئي ٿو. ڦاسي اچڻ کان هڪ رات اڳي بہ جيئي ٿو

۾ جلاوطن ٿي بہ جيئي ٿو. تن ۾ من جي وند تہ ازل کان ٿيندي آئي آهي.

تن ۾ من جي وچ منجهان جيڪا سرحد لنگهي ٿي ماڻهو اُنهيءَ کي پاڳ جي ازلي ليڪ جيان ڊاهي نٿو سگهي. بس جيئي ٿو انهيءَ لاءِ جو موت جو اوسيئڙو ڪرڻو آهي. ڪڏهن ڪنهن مهاڀاري جنگ ۾ ڪو ايٽم بم- ڪو نيوٽران بم تن ۾ من جو حساب ڪتاب برابر ڪري ڇڏيندو. سو گوتم سامتاڻي! اهو ئي آهي اُهو الميو جيڪو تنهنجا ۾ منهنجا گس ڏار- ڏار ٿو جوڙي. تو ڪڏهن سوچيو گوتم سامتاڻي! صرف هڪ ڀِٽَي جا چپ چمڻ لاءِ ماڻهوءَ کي تاريخ جي ڪيڏين خوني جنگين مان ٿو لنگهڻو پوي.

سو تون ۾ آئون هڪ ڀِٽَي جا چپ چمي نہ سگهنداسون. ڪنهن ڀِٽَي جنم ۾ بہ نہ. سنڌ اچڻ کان اڳ هن لکيو هو.

"سنڌ! جنم- جنم کان جلاوطنيءَ جو عذاب من ۾ پالي جيئان پيو. بمبئي منهنجي جنم ڀومي. پر ائين ٿو ڀانيان ڄڻ چمڻ مهل رکو تن هو منهنجو ۾ من، سو نہ ڄاڻ دنيا ۾ ايندي- ايندي ڪٿي ڪوئجي ويو هئم. پتڪڙو هئس اڃا، جڏهن امي اکين ۾ ڍير سارو پاڻي ڪنو ڪري سنڌ جون ڳالهيون ٻڌائيندي هئم ۾ ساڻ ساڻ منهنجو ٻانورو من سنڌ جي ٻيرانن ۾ پيو پٽڪندو هو. ڀٽ شاهہ تي- درازا شريف جي ڳلين ۾-موئن جي دڙي جي ڪنڊرن ۾- مڪلي جي قبرستان ۾- مياڻيءَ جي ٻيلي ۾. پتاجيءَ کي ٻارو تڻ کان ڀِٽائيءَ جا بيت جهونگاريندي ٻڌو هئم. جڏهن سانجهيءَ جا پاڇولا پرڙا پکيڙيندا هئا، تڏهن هو اڱڻ ۾ اڇي ويهندو هو ۾ آلين اکين سان پيو جهونگاريندو هو. سج لهي سانجهي ٿي- پکين ڪوڙيا پک ڪن ميڙيا ماڻڪ موتي- ڪن ميڙيا ڪک- مون کي پرور ڏيج پک- تہ اڏامي اوڏري ٿيان- امي چوندي هئي سائينم- سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار- دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين- تڏهن سنڌ! منهنجو ٻانورو من سنڌجي ٻيرانن ۾ پوننر جيان پون- پون ڪندو اُڏامندو هو. سرحد جي هن پار ويهي جڏهن دوستن کان.

بيک ۾ مليل سنڌ جي رسالن ۾ تنهنجي شاعري پڙهندو آهيان تڏهن سوچيندو آهيان، تنهنجن پيرن هيٺ ڌرتي آهي، انهيءَ ڪري تنهنجو نانءُ بہ سنڌ آهي. منهنجن پيرن هيٺ جلاوطني جو مسلسل عذاب آهي انهيءَ ڪري ائين ٿو ڀانيان ڄڻ ڪوبہ نانءُ نہ هجيم.

آئون ڀارت جو هندو سنڌي ڪهاڻيڪار پر ڇا ڪنهن اهڙي ڌرتيءَ تي اندر جو ڏات ڏٺي جيئرو رهي سگهي ٿو، جت هن جو من نہ هجي!. مهيني کن لاءِ اچان پيو. امي ۽ پتاجيءَ جي جوانيءَ جي ديس ۾، بلڪل اوپرو بڻجي. مرڻ کان اڳ امي ۽ پتاجيءَ چيو هو تہ اسانجن چتائن جي رک سنڌوءَ ۾ هارڻ لاءِ ڪڏهن سنڌ ضرور وڃجان. ۽ آئون انهن پاڳل ڪندڙ احساسن جون چتائون کنيو پيو اچان. جت منهنجو من ڪوئجي ويو آهي- گوتم سماتاڻي."

ڪراچي ايئرپورٽ تي بيٺل بي پناه هجوم ۾ هٿ ۾ ٻڌي ائين بيهي رهيو هو مون اڳيان، ڄڻ ڪنهن عباتگاه جي چائونٺ هجان. آس پاس بيٺل ماڻهن جي اکين جي گهور تکي تي وئي هئي. پاڻ اڳيان جوڙيل سندس هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهليندي، انهيءَ هڪڙي پل دل سيني مان نڪري هٿن ۾ ڌڙڪندي ڀانئي هئم- عينڪ جي اڇن اجرن شيشن اندر، سندس اکين ۾ سنڌو درياهہ پرجي آيو هو ڄڻ.

ماڻهن جي هجوم مان نڪري آيا هئاسون. ٻاهر چوڌاري نهاريندي چيوهئائين "آئون ڇو اوپرو آهيان هن ڌرتيءَ تي -!- آهي نہ تاريخ جو سڀ کان وڏو هاڃو!"

ڌرتيءَ مهل حيدرآباد ويندي، بس جي سيٽ تي گوتم سامتاڻي جي ايڏو ويجهو ويٺي ڀانيو هئم، ڄڻ ڪجهہ آهي، جيڪو من ۾ چپيندو هجيم.

هو ڳڙڪيءَ کان ٻاهر تڪ ٻڌي ڏسندو رهيو هو، سنڌ جون پٽون ۽ ٻر. ٿانگ جهڙو ور وڪڙ ڪائيندو رستو، جيڪو سڌو سنڌ جي ڇاتيءَ ۾ تي لٿو.

"ڪٿي رهندين تون؟- منهنجو نڪاڻو تہ مارئي هاسٽل آهي" موٽ

۾ هن ڪنڊ ورائي مون ڏانهن نهاريو. "آئون ته بلڪل اوپرو آهيان هن ديس ۾- مون وٽ هيرآباد جي انهيءَ گهر جو به پتو آهي سنڌ! جيڪو پتاجي نچاڻ ڪيترا سپنا من ۾ سانديي جوڙايو هو. امي انهيءَ گهر جا ساروڻا ساري سڏڪي پوندي هئي. پر اهو گهر ڪيئن ٿو منهنجو ٿي سگهي. جو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجا ئي گهر پنهنجي لاءِ درد جو دريا بڻجي ويندا آهن، جنهن ڪي ڪڏهن به اڪري نه سگهجي." بس تيزيءَ سان روڊ جي ڇاتيءَ تي ڊوڙندي رهي هئي.پر ڪجهه به نه چئي سگهي هئس. اهي سڀ ڳالهيون جيڪي اندر جو عذاب آهن چئي نه سگهبيون آهن.

"آئون هوٽل ۾ ئي رهندس. اوپرا ماڻهو هوٽلن ۾ رهندا آهن نه!" هن ڪي هوٽل تي ڇڏي جڏهن يونيورسٽيءَ جي بس ۾ چام شوري ڏانهن واپس موٽي هئس، تڏهن پاتيو هئم ته پنهنجي صدين جي تاريخ پويان ڇڏي آئي هجان. هوٽل جي بند ڪمري ۾ چڻ منهنجي سمورن بيتن جي معني ڪوئجي وئي هجي. گوتم انهيءَ ڏينهن چاتو هئم ته وطن آباد هوندو آهي ماڻهو جي اندر. بظاهر جيڪو زمين جو ٽڪر آهي سو ته روپ آهي اندر ۾ آباد وطن جو. زمين جي ٽڪر تي جيڪو هاجو ٿئي ٿو انهيءَ جو عذاب من اندر آباد وطن ٿو پوڳي. اڄ تائين اها ڪٿ نه لڳائي سگهي آهيان ته منهنجو اهو پاڳل پڻو تولاءِ آهي يا سنڌ جي ڌرتي لاءِ. نچاڻ تو مون ڪي چاهيو هو يا سنڌ جي اُداس ڌرتي ڪي. ٻئي ڏينهن جڏهن هوٽل پهتي هئس ته هو دريءَ ۾ بيٺو هو. دريءَ کان ٻاهر ڦهليل هو حيدرآباد جو شهر.

"رات آئون سمهي نه سگهيو آهيان سنڌ!- رات اُهي سڀ لڙڪ اکين ۾ ڇپيندا پيانيا اٿم، جيڪي جنم- جنم کان اميءَ جي اکين ۾ ڪٺا ٿيندا ڏٺا هئم-" هن جي اکين ۾ رات جو اوجاڳو هو. آئون ٽڪل ٽڪل وکون کڻندي دريءَ وٽ هن جي ويجهو اچي بيٺي هئس. هيٺ روڊ تي ڊوڙندڙ تيز رفتار موٽرون- رڪشائون- ٽانگا- جائين جا منگهه- ورهاڱي کان اڳ جا اداس گهر ۽ پوءِ جون عمارتون- ماڻهو- اجرڪن وارا ۽ ڳاڙهن واٽن وارا.

”ڇا ٿو ڏسين گوتم!“

هن ڇرڪي مون ڏانهن نهاريو ”حيدرآباد جي تن ۾ انهيءَ حيدرآباد جو من پيو ڳولهيان، جنهن جون ساروڻيون ساري پتاجي ۽ اميءَ کي ٻاروتڻ کان سڏڪندي ڏٺو هئم. سنڌ! ڪٿي آهي اُها حيدرآباد؟- منهنجن اکين ۾ تہ رڳو ڳاڙها وات ٿا ڇپن.“

هوٽل مان نڪري رستن تي هليا آيا هئاسون. هو ميڙ ۾ وڃائجي ويل ٻار وانگر اُداس ۽ گم سُم. روڊ تي اسان جا پاڇولا هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي رهيا هئا.

”سنڌ!“

”هل- هلون منهنجي گهر. آئون اُنهيءَ جي هر ديوار کي ٿو چمڻ چاهيان. پتاجي ۽ اميءَ جا اڻپورا سپنا ٿو ڏسڻ چاهيان.“ روڊ تي هلندي- هلندي هو بيهي رهيو. هن پتلون جي کيسي مان گهر جو پتو ڪڍي منهنجي هٿ تريءَ تي رکندي چيو هو ”ائين سمجهہ تہ ڪنهن کوئجي ويل ٻار کي گهر ڏيکارڻ ٿي هلين.“

هيرآباد ۾ جلد ئي هن جو گهر لڀي پيو هو. سرخ رنگ جون ديوارون. اڄاٻہ ديوار تي اڃو پٿر لڳل هو ”سندري هائوس“. هو انيڪ پل تڪ ٻڌي ڏسندو رهيو هو انهيءَ اڇي پٿر کي. نہ ڄاڻ ڪهڙي طوفان ۾ گهيرجي ويو هن جو من!. آئون چپ چاپ ڳاڙهي ڀت کي ٽيڪ ڏيو هن کي ڏسندي رهيس. هو رنو نہ هو. عينڪ جي فريم اندر هن پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون هيون.

اسان ڄڻ ڪنهن مقدس عبادت گاهہ جي چائونٺ تي اچي بيٺا هئاسون.

”سنڌ!“

”هون!“

”سندري منهنجي وڏي پيڻ هوندي هئي. اميءَ کان ٻڌو هئم تہ هوءَ بنهين سهڻي هئي. ايتري جو جيڪو بہ ڏسندو هئس سو مٿس موهت ٿي پوندو هو. ڏاڍو مٺو هوندو هوس آواز. جڏهن هوءَ اوچن

سُرن ۾ ڀٽائيءَ جون وايون ڳائيندي هئي تڏهن چڻ هر شيءِ سانت ۾ اچي ويندي هئي. ڏاڏي سڌ هوندي هئس ڀٽائي جو سمورو رسالو ياد ڪرڻ جي. سج لٿي جي ويلا ۾ هوءَ انهيءَ گهر جي اڱڻ ۾ وهي بيت ياد ڪندي هئي پر ڀٽائي جو رسالو ياد ٿيڻ کان اڳ ئي هوءَ جوانيءَ ۾ مري وئي. ڪجهہ ئي ڏينهن کان پوءِ ورهاڱو ٿي ويو. سڀ گهر وارا هن گهر ۾ هن جو ساروڻيون ڇڏي ڀارت هليا ويا. مون ڀارت ۾ جنم ورتو. مون ڪڏهن هن جي تصوير بہ نہ ڏٺي پر هن پل ائين ٿو لڳيم چڻ هوءَ سامهون بيٺي هجي، ٻانهون ڦهلايو. چڻ هوءَ چوندي هجي تہ اڙي- گوتم!- چريا! ايڏو وائڙو ڇو بيٺو آهين. اچ- توکي ڀاڪر پايان- تنهنجو مک چمان- ڪيڏو سندر آهين تون. ائين ٿو لڳيم چڻ اهي سرخ ديوارون سندريءَ جون ٻانهون آهن. هي دروازو هن جو سينو آهي، جنهن تي سر ڌري آئون سڀ دک روئڻ ٿو چاهيان. هن گهر اندر سندريءَ جو من ٿو ڌڙڪي ۽ آئون هتي پيو ٻُڌان هن جي ڌڙڪندڙ من جو آواز-" - مون ڪنڌ مٿي ڪٽي انهيءَ اچي پٿر کي ڏٺو، جنهن تي "سندري هائوس" اُڪريل هو. سمجهي نہ سگهي هئس تہ کهڙو هاڃو آهي اهو. کهڙي پلصراط آهي جنهن تي انسانن جو انبوه ٿو ڊوڙي. ائين ڇو ٿيندو آهي تہ سندريءَ جي آتما تہ سنڌ ۾ ٿي ڀٽڪي ۽ گوتم ڀارت ۾ ٿو جنم وٺي. سوچيو هئم- زمين جي جنهن ٽڪر جي حصول لاءِ ماڻهو تاريخ جون سڀ کان خوني جنگيون ٿو ڪري، زمين جي انهيءَ ٽڪر جيان اهم اهو ماڻهو بہ هو، جيڪو انهيءَ جنگ ۾ مارجي ويو. پر اها ڳالهہ ڪوئي ڪيئن سمجهي سگهندو. اهو ليکو ڪيئن ڪري سگهبو تہ ڪيترا ماڻهو ڀارت کان هيڏانهن ايندي مارجي ويا ۽ ڪيترا ماڻهو ڀارت ويندي مارجي ويا. اهي ليکا جيڪر رجسٽرڊ ٿي سگهن ها تہ ڪر ماڻهو ماڻهوءَ جو رت نہ چوسي ها.

سندري هائوس جي ڪال بيل تي آڱر رکندي ڀانيو هئم تہ هوريان- هوريان ڪو طوفان آهي جو اندر گهڙندو ٿو اچي. هو. مون پويان ڇپ چاپ بيٺو هو. ڪيتري اوسيئڙي کان پوءِ دروازو کليو.

دروازو ڪنهن سندريءَ نہ کوليو هو. اُهو ئي ڳاڙهو وات ۽ ڪنور اکيون.

"کس سي ملنا هي آپکو؟" گوتم چپ چاپ هن کي ڏسندو رهيو. چو نہ ٿي هن کي چئي سگهيو تہ هي گهر منهنجو آهي ڀلا!- منهنجي امي ۽ پتاجيءَ جو اٽڀورو سپنو آهي. هت منهنجي ڀيڻ جي آتما ٿي ڀٽڪي، جا ائين اوچتو ئي اوچتو پنهنجي هر ڪا شيءِ ڏارين ٿي پوندي آهي. سيئي سڱ سياڪا ڇڄي پوندا آهن.

"ڪون هين آپ؟"

گوتم چپ ڀيڙي ڇڏيا. ڪنور اکين جي گهور ڪان گهبرائجي هن کي ٻڌايو هئم تہ "هي گوتم سامتاڻي آهي. ڀارت مان آيو آهي. هي گهر هن جي ماءُ ۽ پيءُ جو اٽڀورو سپنو آهي. هي ڏسڻ ٿو چاهي هن گهر کي. چمڻ ٿو چاهي انهيءَ جي هر ديوار کي. هت هن جي ڀيڻ سندريءَ جا ساروڻا آهن."

هن ڪنور اکين سان گوتم کي ڏٺو. چڻ چوندو هجي ڀڄي وڃ هتان. هي گهر تنهن جو ڪونهي. هي ديس تنهنجو ڪونهي. اوپرو آهين تون. چيائين "آپکي پاس ڪوئي ثبوت؟"

گوتم انڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻي ڇڏيو. ڀلا پنهنجن سپنن لاءِ بہ ڪي ثبوت هٿ ڪبا آهن. پنهنجي گهر جي ديوارن کي چمڻ لاءِ بہ ڪي ثبوت ساڻ آڻبا آهن.

"آپ کو غلط فهمي هئي هي. يہ گهر آپ کا نهين" در نڪاءُ ڏئي بند ٿي ويو. سرخ ڏاڪڻين تي بيٺل اسان جا وجود چڻ پاپ نہ بخشرائي سگهيا هئا. چڻ عبادت گاهہ جي چائونٽ تان ڌڪاريو ويو هجي اسان کي. هن اُجهامندڙ اکين سان مون کي ڏٺو. مٺي ڏنائين. جتي سندري هائوس جو اڇو ڪتبو لڳل هو ۽ موٽڻ لاءِ منهنجوهٿ پڪڙي ورتائين.

اُجهامندڙ نماشام جي ڀڃاڙڪن لمحن ۾ ڇام شوري جي پُل تي بتيون ٻرڻ لڳيون هيون. پاڻيءَ ۾ پوندڙ روشنين جو عڪس. هيٺ

سنڌو تي وهيو. جهڙالو آسمان. هن الائي ڪائون پيرو پٽر اُڇلايو هو دريا ۾. انيڪ پل ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو هوسين. ريلنگ ڪناري هلندي هلندي مون هن کي اهي بيت ٻڌايا هئا جيڪي چام شوري جي اُپن ڪاون جهڙن هيٺن پٿرن تي اگهاڙن پيرن هلندي سوچيا هئم. پريان مهاڻن جون ٻيڙيون تي موٽيون.

اونداهي ۾ اچي بيٺا هئاسون. سامهون روشنيون هيون ۽ دور نيڻ نهار ڪان تي شروع ٿيو حيدرآباد جو شهر.

"سنڌ! جڏهن هليو ويندس هتان ۽ منهنجي ويزا جي تاريخ ختم تي ويندي، تڏهن تون ڪيئن سارينديئن مون کي — ڪهڙي انداز ۾ — ڪهڙن لمحن ۾؟!"

پل هيٺان سنڌو درياهہ وهندو تي ويو. ڪنارن تي مهاڻن جون ٻيڙيون بيٺيون هيون. ڪنهن مهاڻي جي ريڊيو تي- دور ڪان آواز تي آيو. آيل ڪريان ڪيئن منهنجو نينهن پليو نا رهي- الله هو- هو- الا- الا- آيل ڪريان ڪيئن- منهنجو نينهن. ريلنگ تان نمي دريا جي پاڻيءَ ۾ ليئو پاتو هئم. چيو هئم "گوتم! توکي ساڻ وارن لمحن ۾ آئون سنڌوءَ ڪناري اچي بيهنديس. دريا جي پاڻيءَ ۾ تنهنجو عڪس ڳولهينديس. جيسين تائين جيئنديس، انهيءَ آس تي تہ شايد ڪنهن نہ ڪنهن جنم ۾ تنهنجو عڪس سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ليي پوي. توکي ڪهڙي ڄاڻ تہ هن لمحي ۾ بہ آئون تنهنجو عڪس تي ڳولهيان، سنڌوءَ جي جرڪندڙ پاڻيءَ ۾".

هو بہ ريلنگ تان نمي هيٺ پاڻيءَ ۾ ليئاڪا پائڻ لڳو. نئي چاڻان تہ هن جي اکين منجهہ ڇا هوندو انهيءَ پل!- پر منهنجين اکين منجهاران بہ بوندون هيون، جيڪي دريا جي پاڻيءَ ۾ ڳڏجي وهنديون ويون هونديون عربي سمنڊ تائين. سٺن سمنڊن جي ڇاتيءَ منجهہ.

تن ڏينهن برساتيون پوڻ شروع ٿيون هيون. جهڙالو آسمان ۽ هر شيءِ تي ڦهليل آلاڻ. جڻ ڪو هر شيءِ تي سر ڏري رنو هجي. ٻاروتڻ هئم تڏهن، جڏهن شڪارپور ۾ وٽن ۾ چينگهلا ٻڌي برسات وارا

ڏينهن گهاريندا هئاسون. جواڻي آئي تہ برسات وارا ڏينهن ۽ راتيون اُداسيءَ جو ختم نہ ٿيندڙ سلسلو ساڻ ڪنيو آيون. انهن اُداس راتين ۾- جڏهن ٻاهر تيز برسات ٿي پئي، مون ڀهريون- ڀهريون بيت لکيو هو. اُن ڪانپوءِ راتيون جاڳي بيت لکيا هئم سند جي نانءُ سان. چائي هيس تہ بابا مٺم نانءُ رکيو هو زيب النساءِ ۽ زيب النساءِ وري ڪڏهن واڻ ويندي بہ نہ ڏئم.

اُن برسات جي ڪنهن پنل پهر ۾ پنڊ ڪندا سينٽرل جيل اڳيان لنگهيا هئاسون. پيرن ۾ جڻ سنگهر پئجي وئي هئم. بيهي رهي هيس سينٽرل جيل جي ڪوٽ اڳيان. بند گيٽ اڳيان بيٺل پوليس واري گهوري ڏٺو هو مون کي.

”ڇا ٿيو سنڌ! ڇو بيهي رهي آهين؟“ گوتم حيران ٿي پڇيو. منهنجيون اکيون ڪوٽ اُڪرنديون سي ڪلاس جي تاريڪ ڪوٺيءَ منجهہ وڃي اٽڪيون هيون. انهيءَ تاريڪ ڪوٺيءَ ۾ گذريل پنجن سالن کان ادا وڏو بند هو. سندس جواڻيءَ جي نرڙ تي لينگها پئجي ويا هئا. هڪ اُداس صبح پاپيءَ ادا وڏي تي ٿيندڙ ڏاڍ خلاف احتجاج ڪندي آپگهات ڪيو هو. پاپيءَ جي سيرانديءَ اگربتيون ٻاريندي چاهيو هئم تہ سسئيءَ وانگر واڪا ڪندي نڪري وڃا سنڌ جي بيرانن ۾: پر ٿيو ائين هو جو آئون چپ چاپ چپ پيڙي اگربتيون ٻاريندي رهي هيس. اُها سڄي رات مون بند ڪمري ۾ ويهي سر ڪيڏارو پڙهيو هو. ٻي ڏينهن صبح جو جڏهن ٽٽندڙ دل جا هزار ٽڪر هٿ ترپءَ تي سجائي، جيل جي مضبوط لوهي سيخن جي هن پار بيٺل ادا وڏي کي پاپيءَ جي آپگهات جو حاچو ٻڌايو هئم تڏهن هو نستو ٿي پٽ تي ويهي رهيو هو. اکيون پوري، گوڏن تي سر ڏري نجاڻ ڪيترا پل روئندو رهيو هو. ملاقات جو وقت ختم ٿيو. وڃڻ لڳيس تہ هو اُٿي بيٺو. اکين منجهہ سنڌو دريا هئس. لوهي سيخن منجهان منهنجا هٿ پڪڙي مُرڪي پيو هو. چوڻ لڳو ”سڪان جي قبر تي وڃين تہ چئجانس- اڃا مو ناهيان- اڃا اجهاڻو ناهين-“ آئون تڙيءَ ۾ سڏڪا گهٽي موٽي آئي هيس.

اهو سڀ ڪجهه سينٽرل جيل جي اوچي ڪوٽ اڳيان بيهي گوتم سامتاڻيءَ کي ٻڌايو هئم. برسات جي بوندن ۾ اسان جا چهرا پُسي رهيا هئا. مون جُهڙالي آسمان ڏانهن اکيون کڻي نهاريو ۽ اکيون پوري ڇڏيم.

زندگيءَ ۾ ڪيترين شين سان محبت ڪيم. انهن منجهان حيدرآباد جو سينٽرل جيل به آهي. گوتم سامتاڻيءَ کي سينٽرل جيل جي اڳيان لنگهندي ٻڌايو هئم ته جڏهن سنڌ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج جا يا سنڌ جا ٻيا نوجوان پڙيا ويندا آهن انهيءَ جيل اندر، تڏهن آئون ڏرتيءَ مهل جيل جي اڳيان ڪان لنگهندي ڪن-پل لاءِ بيهي رهندي آهيان. لڳندو اٿم ته انهيءَ جيل اندر منهنجو روح ٿو پرڙا هڻي.

گوتم هلندي- هلندي بيهي رهيو.

هو پاڳلن وانگر ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو هو مون کي.

اُنهن ڏينهنئن ڪنهن- ڪنهن پل سچ نڪرندو هو. نه ته آسمان تي ترڻ ڏينهن بادلن جو واسو هوندو هو.

سنڌوءَ ڪناري هلڻ مهل هو ساڻ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي چتائن جي رک به کڻي هليو هو. برنين ۾ بند اُها پوتر رک ڏسي سوچيو هئم- بس!- اهائي آهي هيڏي ساري زندگيءَ جي پڄاڻي!. جنهن لاءِ ايڏي ڊوڙ ڊڪ ٿو ڪري ماڻهو- مٽيءَ مٽ ۽ ايڏا جتن جيئڻ لاءِ!. تاريخ جا سيئي پنا ماڻهو چاڪاڻ ٿو رت مان سرخ ڪري ڇڏي- سوچيو هئم جڏهن گوتم جا ماءُ پيءُ به نڪتا هوندا- پنهنجو پيريو پُريو گهر ڇڏي- سندريءَ جا ساروڻا ڇڏي، تڏهن ڪيئن- ڪيئن نه رنا هوندا. ديوارن کي ياڪر پائي- سرحد پار ڪئي هونداٿون ائين جيئن دنيا مان ڪنهن زندگيءَ جي سموري حاصلات جنازو بڻجي ڪڇندي آهي- هن پل اُنهن جي چتائن جي رک آئون ۽ گوتم سامتاڻي سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ تا هارڻ ويون- ماڻهو ڪيئن ڪيئن نه پنهنجي جنم ڀوميءَ سان پيو ناتا جوڙيندو آهي- جيئري نه سهي- مرڻ کان پوءِ سهي. سنڌوءَ ڪناري هلندي هلندي هن منهنجو هٿ پڪڙي ورتو هو "تنهنجو هٿ پڪڙي هلندو آهيان ته اڪيلائپ جو احساس گهٽجي ويندو آهي- سنڌ!" سنڌوءَ

جو پاڻي جهڙالي آسمان هيٺ وهندو ٿي ويو.

"سندا!- اها رک تون هارجئين پاڻيءَ ۾" هن جو آواز پرجي آيو هو- چوڻ لڳو"ٻي جنم ۾ چئي تہ سگهندس تہ سندن چتائن جي رک سند جي هڪ اُداس شاعره سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ هاري هئي- جنهن جو نانءُ بہ سند هو" هو سنڌوءَ جي ڪناري پٽ تي پاٿولي ماري ويهي رهيو.

دور ٻہ ٻيڙيون تري رهيون هيون. نوجوان آيا هئا پڪنڪ تي. اُنهن جو شور تهائين وڏي ويو هو. هو هڪ ٻي جي پويان سنڌوءَ جي ڪناري ڊوڙي رهيا هئا.

سرد هٿن سان اُهي برنيون کوليون هئم (ائين پئي هئم ڄڻ اهو ئي پل آهي زندگيءَ جو آخري پل)- هوريان هوريان رک هاريندي رهي هيس، پاڻيءَ ۾. برنيون خالي ٿينديون ٿي ويون. اُنهيءَ پل هو واريءَ تي ليٽيو پيو هو ۽ بند اکين تي منهنجي ساڙهيءَ جو پلاند رکي ڇڏيو هئائين.

گوتم!

سنڌوءَ جو پاڻي هن لحي بہ وهندو ٿو وڃي سند ڌرتيءَ جو سينو چيريندو.

تنهنجي امي ۽ پتاجيءَ جي رک انهيءَ پاڻيءَ ۾ گڏجي پاڻي ٿجي چڪي. نئي جاتان تہ اجا ڪيترييون چتائون جلاوطنيءَ جو عذاب ڪٽي سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ۽ دنيا ۾ جيترا بہ دريا آهن سمنڊ آهن، انهن ۾ وهنديون. ماڻهو مري ويندو آهي ۽ پويان ڌرتيءَ تي گهڻو ڪجهہ رهجي ويندو آهي. ڪينجهر جا ڪنارا- چام شوري واري پل- ڪوٽڙيءَ جي پل هيٺان وهندڙ دريا ۽ انهيءَ جي ڪنارن تي آباد سنڌي مهاڻن جا ڳوٺ- سند جون پٽون ۽ بر- مڪليءَ جو قبرستان- شاه جو رسالو- سچل جون ڪافيون- سند جا لوڪ گيت- مائي ڀاڳي ۽ علڻ فقير جو آواز- گهڻو ڪجهہ جيڪو آئون هٿ ترءَ تي سجائي پوءِ مرڻ چاهينديس. مون کان پوءِ انهيءَ ڌرتيءَ تي انيڪ اُداس دل شاعرائون ۽ ڪهاڻيڪارائون اينديون. جن جو آواز منهنجي آواز جو پڙلاءُ هوندو.

سچ جن جي پيشانن تي اُڀرندا. آئون نہ هونديس پر منهنجو نانءُ ۽ منهنجا بيت اُنهن جي هٿ ترِيءَ تي رهجي ويندا. پر گوتم! حياتيءَ جي انهيءَ فيصلي ۾ وقت جا فيصلا شامل ناهن. مرنديس پر ڪو هڪڙو پل آئون پنهنجي هٿ ترِيءَ تي ضرور لڪرائيندس، جنهن ۾ تون ۽ آئون هٿ هٿ ۾ ڏئي ڪينجهر ڪناري هلندا رهون. ڪڏهن بہ تنهنجي ويڙا جي تاريخ نہ ختم ٿئي.

ڏينهڻن جيڪي هن ساڻ منسوب ڪيا هئم، سي هوريان هوريان پر ڪري اُڏامندا ٿي ويا. هو روز ٻڌائيندو هئم تہ باقي هيترا ڏينهڻن آهيان، تنهنجي ديس ۾. آئون روز انهيءَ ختم ٿي ويل ڏينهن جو عذاب ڪلهن تي ڪٽي موٽي ايندي هئس هاسٽل.

اُن ڪانپوءِ موئن جي دڙي جي اجاڙ ڪنڊرن تي هن سان هلندي نچاڻ چو من دکي ٿي پيو هئم. سوچيو هئم ڇا ڪڏهن منهنجو دور بہ موئن جي دڙي جيان ڪنڊر- ڪنڊر ٿي ويندو. شڪارپور ۾ منهنجو گهر- سندري هائوس- مارئي هاسٽل- سنڌ يونيورسٽي جون عمارتون- تڏهن انهن ڪنڊرن منجهان جيڪر ڪڏهن منهنجي تن جو هڏ لڌو تہ ڪنهن کي ڪيئن ڪَل پوندي تہ هيءَ ماضيءَ جي هڪ اُداس سنڌي شاعره جو رهجي ويل نشان آهي. هزارين سال اڳ جنهن سنڌ جي نانءُ سان بيت لکيا هئا. تڏهن ڪنهن ميوزم جي شوڪيس ۾ رکيل منهنجو اهو رهجي ويل نشان ڏسي ڪوئي ڪيئن سمجهي سگهندو تہ سنڌ، جنهن جي رڳ رڳ ۾ گوتم سامتاڻيءَ جو واسو هو. ڪنهن کي ڪيئن سُڌ پوندي تہ هي سندري هائوس جا ڪنڊر آهن. جنهن جي بند دروازي تان هزارين سال اڳ گوتم سامتاڻي نڙيءَ ۾ انيڪ سڏڪا گهٽي موٽي ويو هو. ڪير ڪيئن ڄاڻندو تہ هيءَ مارئي هاسٽل آهي. سنڌ جي اداس شهزادين جو مسڪن. ڪير ڪجهہ بہ نہ سمجهي سگهندو. آئون ۽ گوتم گذرون ٿا انهن ڪنڊرن مٿان. ڪهڙي ڄاڻ انهن ڪنڊرن منجهہ ڪنهن ڪنهن جا سپنا- محبتون- ساروڻيون دفن آهن. ڪيترن ڪهاڻيڪارن جون باغي ڪهاڻيون ۽ ڪيترن شاعرن

جي اُداس شاعري. ڪو گوتم سامتاڻي- ڪا سنڌ- ڪو سندري هائوس- ڪا مارئي هاسٽل. ڪير ڄاڻي، انهيءَ گس تان ڪوئي هٿ هٿ ۾ ڏئي لنگهيو هجي. ڪا اداس دل شهزادي ڪو خوبصورت دل وارو شهزادو. اهي ڪٿ جا اَليا آهن- جن جو ڪو انت ڪونهي.

”سنڌ!“ ڄڱ پراڻي ڊٺل ديوار کي گوتم سامتاڻي ٽيڪ ڏيو بيٺو هو. ڄڻ اڄهو هن پل انهيءَ ديوار منجهاران نڪتو هجي.

”سنڌ! دل چوي ٿي انهن کنڊرن منجهه دفن ٿي وڃون. صديون پوءِ جڏهن پنهنجا هڏ لين تہ انهن تي هڪ ئي جو نانءُ اُڪريل هجي“. موڻ ۾ اکيون پوري ڇڏيون هئم.

هلندي- هلندي هن موئن جي دڙي جي مٽي ٻڪ ۾ ڀري کيسي ۾ وجهي ڇڏي هئي ڄڻ ماڻڪ موتي چونڊيندو هجي.

موئن جي دڙي جي کنڊرن جي پاڇولي ۾، هيٺ پٽ تي پٺ کي ٽيڪ ڏئي انهيءَ ڏينهن انيڪ ڳالهيون ڪيون هيوسين. نچاڻ ڪنهن مهل هن جو هٿ پڪڙي ورتو هئم. هو منهنجي ساڙهيءَ جو پلاند اکين تي رکي ڳالهائيندو رهيو. ٻي معنيٰ ڳالهيون جن جون هزارين معنائون هونديون آهن.

”سنڌ! دل ٿي چوي دنيا تياڳي هتي کنڊرن ۾ اچي ويهي رهان. دائرو ٺاهي ڇڏيان چوڌاري ۽ انهيءَ دائري اندر ائين ئي تو ساڻ ويٺو رهان. تنهنجي پوتيءَ جو پلاند اکين تي رکيو تيسين تائين، جيسين تائين جيئان“ سندس هٿ ڪٽي پنهنجين اکين تي رکي ڇڏيو هئم. ياد اٿم تہ جڏهن اهو هٿ اکين تان هٽايو هئم تڏهن برسات جي پيئل رُت وانگر آلو هو اُهو هٿ.

گوتم جي ويزا تي لکيل تاريخ ويجهي ايندي ٿي وئي. چوندو هو ”روز ويزا جي تاريخ ٿو ياد ڪريان- روز ٿو مران- روز ٿو جيئان“

ڪيس اهو ٻڌائي نہ سگهي هئس تہ آئون تہ پل-پل ٿي جيئان ۽ پل-پل ٿي مران- پل پل جو اِهو حساب تاريخ جي کهڙي پني تي لکبو نٿي ڄاڻان- لکبو بہ يا نہ!؟-

ڀٽائيءَ جي مقبري تي بيٺل هزارن انسانن جي انبوهه ۾ پاڻ کي تنها پائيو هئم. چؤڌاري بيٺل ڀٽ جا مست الست فقير. اجرڪ اندر لڳ ڪانڊارجي ويا هئم. وڇوڙي جو عذاب ۽ پيڙ ۾ بيٺل گوتم ساماڻيءَ جو وجود اکين ۾ جرڪڻ لڳو هئم. ياد آيو هئم، فقير عبدالغفور يونيورسٽي جي اسٽيج تي ويهي جڏهن واکا ڪري ڳائيندو هو- جاڳ ڀٽائي گهوٽ- تو کي سنڌڙي ٿي سڏڙا ڪري- او- مرن ٿيون ماروين- ڦاٻو آهن ڪوٽ- ۽ جهول جهلي جنهن وقت ڀٽائي- ڪرندا ڪنڌ هزار او يار- سنڌڙيءَ کي سر ڪير نہ- سهندو ڪير ميار او يار- ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ- پوءِ بہ نعرا نينهن جا سنڌڙيءَ جو سوڳنڌ- مرنداسين- پر- مرڪندي- اُنهيءَ پل منهنجو بانورو من ڪنهن زخمي پاريل جيان ڀٽائيءَ جي مقبري تي اچي نستو ٿي ڪرندو هو. گوتم ساماڻيءَ سان گڏ پهريون ڀيرو ڀٽائيءَ وٽ آئي هئس. چاريءَ منجهان ليٺو پائي اندر ڏٺو هئم جت ڀٽائي ستل هو- چاهيو هئم واکا ڪري چوان. جاڳ ڀٽائي گهوٽ- تو کي سنڌڙي ٿي سڏڙا ڪري- پر ٿيو ائين هو جو چاريءَ تي سر ڏري اکيون پوريون ڇڏيون هئم. سوچيو هئم تہ ڀٽ تي ويندي‌س تہ هڪڙي ئي دعا گهرندي سانس وصل جي لمحن جي. گوتم جي ويڙا جي تاريخ ڪڏهن بہ نہ ختم ٿئي پر اُتي هر پل هڪڙو ئي بيت هانوَ تي هرندو رهيو هئم. ڳوليهيان- ڳوليهيان مَ لهان- شال مَ ملان هوت- من اندر جا لوچ، ملڻ سان مائي ٿئي- شالَ مَ ملان هوتَ- شالَ مَ ملان هوتَ.

گوتم چاريءَ تي سر ڏري اڻيڪ پل ويٺو رهيو. ٻاهر مست الست فقير اوچن سُرن ۾ ڳائي رهيا هئا.

ٻاهر نڪتا هئاسون. ڏٺو هئم هن جون اکيون ٻرندڙ انگارن سمان سرخ هيون. ٻاهر اچي هن بہ ڳانا ورتا هئا. هڪ منهنجي ڳچيءَ ۾ ۽ ٻيو منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو هئائين. اهي محبتن جون نشانيون آهن. وڇڙي وڃڻ کان پوءِ جيئڻ جو ڪارڻ بڻبيون آهن. بس ۾ هو سڄي واٽ ستو رهيو سڪون جي ڇانوَ هئي سندس چهري تي. آئون ڳڙڪيءَ

ڪان ٻاهر ڏسندي رهي هيس. حيدرآباد ۾ بس مان لهي پنڌ هوٽل ڏانهن هلي پيا هئاسون.

واٽ تي چيو هئائين "اڄ شانتي ملي وئي آهي من کي. ائين ٿو ڀانيان ڄڻ درد جو دريا اُڪري آيو آهيان."

هن کي هوٽل جي گيٽ تي ڇڏي موٽي آئي هيس هاسٽل. سڀ ڄاڻ وي جي ڄاتيءَ تي لهندڙ سج جا پاڇولا تري رهيا هئا. هڪ صبح انڪشاف ڪيو هئائين تہ ٽنڊي محمد خان ۾ سندس اميءَ جي پاءُ جو گهر آهي ۽ وٽس هن جو پتو بہ آهي.

پڇيو هومانس "تہ هيترا ڏينهن ڇو نہ هلين؟"- چيائين "وساري ويٺو هئس سڀ ڪجهہ". هڪ گرم ٻہ پهريءَ بس ۾ ٽنڊي محمد خان وڃي رهيا هئاسون. واٽ تي چوندو هليو "سوچيان ٿو ڪيئن سڃاڻي سگهندس ماما کي. ۽ الاءِ مون کي پاڻ سڃاڻي بہ سگهندو يا نہ!- الاءِ جيئرو بہ هوندو-!؟ ڪيئن ملندس هن ساڻ- مامي ۽ سندس ٻار سرحد اُڪري هليا ويا هئا- ماما ڪوڪرا پار تائين اچي موٽي ويو هو ۽ مامي انهيءَ ڏک ۾ پاڳل ٿي پئي هئي ڄڻ. انهيءَ پاڳل پڻيءَ ۾ واٽ تي پنهنجو پٽ اشوڪ بہ وڃائي ويٺي. مون سدائين ماميءَ کي انهيءَ پاڳل پڻي ۾ ماما ۽ اشوڪ کي پڪاريندي ڏٺو. امان ماما جي تصوير هٿن ۾ ڪٺي چوندي هئي- 'ماڻهو سڀ نہ سهڻا پکي سڀ نہ هنج- ڪنهن-ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ- اچي بوءِ بهار جي '- بس مان لهي ٽانگو ڪري نڪتا هئاسون تيرٿ رام جو گهر ڳولڻ. جلدئي گهر لڀي پيو هو. هيڊي رنگ جي ورهاڱي کان اڳ جي جوڙيل جاءِ. جيڪو ماڻهو گهر ڏيکارڻ لاءِ ساڻ آيو هو، انهيءَ بند دروازي جي اڳيان بيهي پڪاريو هو "ڪاڪا تيرٿ رام- او- ڪا-ڪا!" انيڪ پل سانت ڪانپوءِ در کليو. دروازي تي ڪاڪو تيرٿ رام بيٺو هو. اڇي ڪوڏ ۾ ويڙهيل ڏٻرو ڏيل. ڪٺڪائون رنگ ۽ وڪريل وار. اسي ورهين جي چمڙ. هن جي چهري تي ڦهليل گهنجن ۾ وقت جي ڏوڙ تي اُڏاڻي- اڇا برف جهڙا وار. نڪ تي رکيل عينڪ جي گول شيشن منجهاران ليئاڪا پائيندڙ ٻہ

اجهاٽل بي رنگ اکيون.

"تنهنجا مزمان آيا آهن ڪاڪا!" ساڻ آيل ماڻهو اسان ڏانهن اشارو ڪري هليو ويو. هن عينڪ منجهان اسان کي گهور ڪري ڏٺو "ڪير آهيو اوهين؟"

"آئون گوتم آهيان- گوتم سامتاڻي" گوتم وڏي اچي هن جي ويجهو بيٺو. ائين محسوس ٿيو هئم ڄڻ گوتم روئي پوندو هن پل.

"گوتم!" هن حيران ٿي ڏانهس نهاريو "الاءِ ڪير آهين تون!- نٿو سڃاڻان توکي". گوتم بي حد دکي ٿي مون ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ وري هن سان ڳالهائڻ لڳو. چيائين "اندر اچڻ لاءِ به نه چوندين"- ڪن پل لاءِ هن گهبرائجي اسان ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ در تان هٽي لنگهڻ جي جاءِ ڪندي چيائين "اچو- اندر اچو- پوڙهو آهيان نه انهيءَ ڪري نٿو سڃاڻي سگهان هر ڪنهن کي."

اسين اندر هليا آياسين. اُجڙيل- اُجڙيل سنسان قبرستان جهڙو گهر. صفحي ۾ رکيل پيگل ڪرسيءَ تي ويهندي ٿڪجي اکيون پوري ڇڏيون هئم. گوتم هن ساڻ ڳالهائي رهيو هو. "آئون- ڪرشن جو پٽ آهيان- ماما!"

"ڪرشن!!؟"

"اوهان جي ننڍي ڀيڻ ڪملا جو پٽ آهيان- گوتم. آئون ڀارت ۾ ڄائو هئس ماما!-"

"تون!- تون ڪملا جو پٽ آهين- اڙي!- ڪملا جو پٽ آهين تون!" مون اکيون پٽي نهاريو. تيرٿ رام جي پوڙهين اُجهامندڙ اکين ۾ انيڪ ڏيئا ٻري پيا هئا. هو ڪرسيءَ تان اُٿي کٽ تي وِيٺل گوتم جي پيرن ۾، هيٺ پٽ تي ويهي رهيو هو. ڏڪندڙ هٿن ۾ گوتم جا هٿ پڪڙي ورتا هئائين. اکين ۾ هوريان- هوريان لڙڪ پرجي آيس. "تون- تون- ڪميءَ جو پٽ آهين؟!". هو گوتم جي هٿن کي پاڳلن وانگر چمڻ لڳو. "تون- ڪملا جو پٽ آهين!" هٿ ترڻ سان لڙڪ اُگهندي هن هيڪر وري گوتم ڏانهن نهاريو. "ڇا نالو ٻڌايئي پنهنجو!؟"

"گوتم"

"اڙي!- ڏس تہ- آئون بہ ڪيڏو پاڳل آهيان- ڪملا جي پٽ کي سڃاڻي ئي نہ سگهيس- تو دل ۾ تہ نہ ڪيو پٽ!"

گوتم ڪٽ تان اُٿي بيهي رهيو. هن کي ٻانهن کان جهلي مٽي کٽ تي ويهاريندي چيو هئائين "جنهن کي ڪڏهن ڏٺو ئي نہ هجي- انهيءَ کي سڃاڻڻ ڏاڍو اوکو هوندو آهي."

"هيءَ ڪير آهي؟" ڪاڪي تيرٿ رام مون ڏانهن نهاريندي گوتم کان پڇيو هو. "هيءَ!" هو مون ڏانهن نهاري مرڪي پيو. "هيءَ سنڌ آهي- هتان جي شاعره-". هن چوڻ تہ گوتم جي ورندي ٻڌي ئي ڪانہ هئي. سوال ڪري هو ٻيهر گوتم ۾.ڪوئجي ويو هو. هن جو مک پنهنجن پوڙهن ڏڪندڙ هٿن ۾ جهلي چمندو رهيو هو. روئندو ٿي ويو، ڳالهائيندو ٿي ويو. "اڙي ڇورا!- تون ٻنهين ڪملا جهڙو آهين- تو کي ڏسي چوڻ پاڳل ٿي پيو آهيان-" مون ٻيهر ڪرسيءَ جي ٽيڪ تي سر ڏري اکيون پوري ڇڏيون هيون. ٻانورو من پڙڪندو نچاڻ ڪٿان وڃي نڪتو هو. وڇوڙي جو اهو کهڙو طويل سفر آهي- ماڻهو- ماڻهوءَ کان ڌار ڇو ٿو ٿئي!- ٻاهه جي درياهه ۾ تنها ٿو هلي ماڻهو، وصل جي ڪنهن لمحي جي آسَ تي. ڇا ٿو ٿئي؟- هڪ ئي گهر جا ڀاتي، ڌار- ڌار ڳسن تي هليا ٿا وڃن. جنهن ڌرتيءَ تي جنم وٺجي اُها تنگ ٿي پوي ماڻهوءَ لاءِ. جڏهن هي گهر آباد ٿيو هوندو. جڏهن تيرٿ رام لائون لڏيون هونديون، تڏهن ڪنهن کي اها ٿورڙي سُڌ هوندي تہ اهو سڀ ڪجهہ اصل ۾ ڪجهہ ناهي. اهو گهر چوڻ قبرستان ٻڻجي ويندو. جنهن عورت سان هن لائون لڏيون آهن سا هڪ ڏينهن سرحد پار ڪري ويندي ۽ هو بي حد سڪون منجهان پريو ڀڪلو گهر اُجڙڻ جو منظر تہ ڏسي سگهندو پر پنهنجيءَ جنم ڀوميءَ کان وڇڙڻ جو عذاب سهي نہ سگهندو ۽ ڪوڪرا پار تائيپن وڃي موٽي ايندو. اهي سڀ الميا وقت کان اڳ ڪير سمجهي سگهيو آهي؟.

"ڪملا- ڪيئن آهي؟"

"امي ۽ پتاجي نہ رهيا آهن هاڻي هن جڳ ۾" ڪمري ۾ گوتم جو دکي آواز اڀريو. مون اکيون پٽي نهاريو. ڪاڪي تيرٿ رام جي اکين ۾ درد جو دريا هو. "۽ تنهنجي مامي ڪيئن آهي ٺيڪ تہ آهي نہ!" هن جي اکين ۾ جواڻيءَ جا سپنا ٿي جرڪيا.

"مامي!" ماميءَ جو ائيو ہڏائڻ ڪان اڳ ڪن- پل لاءِ گوتم اکيون پوري ڇڏيون هيون.

"ماما!- توهان جڏهن ڪوڪرا پار ڪان موٽي ويا هئا. مامي اُنهيءَ پل پاڳل ٿي پئي هئي. انهيءَ پاڳل پڻي ۾ واڻ تي اشوڪ بہ ڪائنس کوئجي ويو. مون ماميءَ کي سدائين روئندي ڏٺو هو. پاڳل پڻي ۾ واڪا ڪندي هئي. اڙي منهنجو سڀ ڪجھ سنڌ ۾ رهجي ويو آهي. مون کي ڪنهن آندو آهي هتي. مون کي موٽائي وٺي هلو. چار سال ٿيا جو مامي بہ هلي وئي. مرڻ سمي اهي ئي واڪا ٿي ڪيائين". ڪاڪي تيرٿ رام اکيون پوري ڇڏيون.

"ماما!- اوهين ڇو اڌ تائين وچي موٽي آيا"

ڪمري ۾ ڦهليل موت جهڙي سانت مون سيني ۾ لهندي ٿي محسوس ڪئي. سامهون ديوار تي ڪاڪي تيرٿ رام جي جواڻيءَ جي تصوير ٽنگيل هئي. پر ۾ بيٺل عورت شايد اُهائي هئي، جنهن جي ڀاڳ ۾ ازل ڪان وڇوڙي جو عذاب پاڳل پڻي جي صورت ۾ لکيل هو. سوچيم، اها تصوير منهنجو ايندڙ جنم آهي شايد!. هو گوتم سامتاڻي آهي. هوءَ آئون آهيان. ڪير ڄاڻي تہ اهو پاڳل پڻو منهنجو نصيب بہ هجي. ڪير ڄاڻي حياتيءَ جي رڻ ۾، ڪڏهن آئون بہ واڪا ڪندي وتان- اڙي! منهنجو من ڪوئجي ويو آهي- ڪوئي مون کي آڻي ڏي منهنجو من. ڪير ڄاڻي اکين اڳيان تاڻيل پڙدي جي هن پار ڇا آهي.

ڪيترا اليا هئا جي گوتم هن کي ہڏائي رهيو هو. امي ۽ پتاجي مري ويا. مامي پاڳل ٿي پئي تنهنجي وڇوڙي ۾. اشوڪ سرحد اُڪرندي کوئجي ويو. ڪيترا اشوڪ کوئجي وڃن ٿا رستي ۾. ڪيترا ماڻهو ماڳ تي رسڻ ڪان اڳ فنا ٿي وڃن ٿا. ڪيترا سپنا واڻ تي ئي ٽٽي پون ٿا.

ڪيترا الميا آهن، جيڪي وقت هٿ تريءَ تي سجائي اسانجي پويان اڇي ٿو، پوءِ- حياتيءَ جي رڻ ۾ ايڏي وٽ پڪڙ ڇا جي آهي. ايڏيون سازشون- ايترا فساد ايترو لوڀ ڇا جو آهي. جڏهن ته ڪنهن به شيءِ کي تڪميل ڪانهي. هر شيءِ واٽ تي ساٿ ڇڏيو وڃي. فنا- وڇوڙو- دک- عذاب ڇا بس اهائي آهي زندگي جي حاصلات.

"ماما!- اوهان ڇو موٽي آيا؟"

تيرٿ رام اکيون پٽي نهاريو. هن جي اکين ۾ وقت جي ڊوڙ هئي.

"ڇوڪرا!" تيرٿ رام ديوار تي ٽنگيل تصوير کي گهورڻ لڳو. "ڇو- ڪوڪرا پار تائين وڃي موٽي آيوس- اهو ته تون سنڌ جي ڌرتيءَ کان پڇ- جنهن ويندي ويندي منهنجا پير پڪڙيا ورتا هئا ۽ هنن کي وڃڻ ڏنو هئائين- تون اڃا ننڍو آهين نه سمجهي سگهندين اهي ڳالهيون ته ڌرتي ڪيئن ماڻهوءَ جا پير پڪڙي وٺندي آهي ۽ ماڻهو ڇو ڇهٽي پوندو آهي ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ کي!"

تيرٿ رام هٿ جي پٺيءَ سان لڙڪ اگهيا. ٻارن وانگر سڏڪندي چيائين "اشوڪ ڪوئجي ويو پر مون لاءِ ته سڀ ڪوئجي ويا. ماڻهو ڇو ٿو هڪ ٻي کان ڪوئجي وڃي. تون ٿي ٻڌاءِ ڏيءَ!" هو مون ڏانهن مڙيو، چوڻ لڳو "هن ڇوڪري کا به سک جي خبر نه ڏني آهي مون کي- چوي ٿو ڪوئي مري ويو- ڪوئي پاڳل ٿي ويو ۽ ڪوئي ڪوئجي ويو."

"اوهان شڪنتلا جو نه پڇيو ماما!؟" گوتم ساڻ شايد سک جي هڪ ٿي خبر آندي هئي. سا ياد ڏيارڻ چاهي هئائين. پنهنجي ڌيءَ جو نانءُ ٻڌي روئندي روئندي هيڪر وري اکين ۾ جوت جاڳي پيس "اڙي!- شڪنتلا- منهنجي ڌيءَ ڪيئن آهي؟- ٻڌاءِ- ڪيئن آهي هوءَ؟!؟" اکين ۾ آس جا ڏيئا هڪ- هڪ ڪري ٻرڻ لڳا هئس.

"ماما!- شڪنتلا دهليءَ ۾ آهي- سندس پتي ڊاڪٽر آهي اُتي- هڪ ننڍڙو ۽ خوبصورت گهر اٿن- جنهن جي لان ۾ ڪيترائي گل ٽڙيل آهن- جنهن ۾ روز شام جو هن جا ٻه ٻار راند رهندا آهن- ڏاڍي سکي آهي هوءَ پنهنجي گهر ۾- سندس ڊرائينگ روم ۾ اوهانجي ۽

مامي ٔ جي قدآور تصوير ٽنگيل آهي- هو روز پوڇا ڪان پوءِ اُنهي ٔ تصوير تي گل چاڙهيندي آهي ۽ انيڪ پل اُنهي ٔ آڏو هٿ جوڙيو بيٺي هوندي آهي- سندس پٽ تہ هوبهو اوهان جهڙو آهي- مئٽرڪ ۾ آهي- شڪنتلا چوندي آهيم- ڏس گوتم! هي هوبهو پتاجي ٔ جهڙو آهي- مون کي ائين لڳندو آهي ڄڻ هي منهنجو پيءُ آهي ۽ آئون هن جي ڌي ٔ."

تيرٿ رام جي اکين ۾ مشعلون ٻرنديون رهيون. هو روئي بہ رهيو هو ۽ مرڪي بہ رهيو هو. گوتم کان پڇيائين.

"شڪنتلا کي سُڌ هئي تنهنجي هيڏانهن اچڻ جي؟!"

"نہ- ٻڌايومانس ئي نہ- چاتم ٿي تہ هوءَ سڪ مان گهڻو ڪجهہ اُماڻي ها اوهان ڏي- ٻيو نہ تہ ڪا چٺي اُماڻي ها- سوچيم جيڪر اوهان بہ نہ هوندا تہ ڪيئن هن جي ايڏي سڪ موٽائي ڪٽي ويندس."

"ماما!" گوتم پڻڪيو.

"چؤ" روئندي روئندي هن ڪنڌ مٿي ڪنيو.

"پيارت هلندا؟- ڪجهہ ڏينهن لاءِ ئي سهي"- تيرٿ رام موٽ ۾ ٽڪ ٻڌي گوتم کي ڏسندو رهيو. هو- چوڻ لڳو "پاڳل ٿيو آهين ڇا!!!- جنهن ڌرتي ٔ لاءِ ايترو ڪجهہ دان ڪيم، پچاڙي ٔ ۾ اُتي مرڻ بہ نہ ڏينديِن ڇا؟!"

هو انيڪ ڳالهيون ڪندا رهيا هڪ ٻي سان ۽ مون ائين پانيو ڄڻ ڇپ ڪيچي وئي اٿم. ڪنن کان ٻوڙي ٿي پئي هجان ۽ اکيون پٿر هجنم.

اُها رات اسين ڪاڪي تيرٿ رام وٽ رهيا هئاسون. سنسان قبرستان جهڙي اُنهي ٔ گهر ۾ ڪاڪو تيرٿ رام ۽ گوتم هڪڙي ڪمري ۾ ۽ آئون ٻئي ڪمري ۾ ستي هئس. ڪمري ۾ جڏهن مون کي ڇڏي تيرٿ رام وڃڻ لڳو هو، تڏهن چيو هئائين "ڌي ٔ! هي ڪمرو مون شڪنتلا لاءِ جوڙايو هو. تون بہ مون لاءِ شڪنتلا آهين!". هو هليو ويو. مون اکيون پوري من ئي من ۾ شڪنتلا کي چيو. شڪنتلا ديوي! اهو بہ وقت جو الميو آهي. ڪوبہ ناتو ناهي تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾. هي

گهر جو اوهان لاءِ جڙيو. هي ڪمرو تنهنجو آهي. جنهن جي چڪڙ لڳل ديوار تي تنهنجي ٻاروتڻ جي تصوير ٽنگيل آهي. اڄ توکي هن گهر جا ساروڻا ٻه ڪين هوندا ۽ آئون تنهنجي ڪمري ۾ ويٺي آهيان. تو کي پلا کهڙي ڪل ته آئون هن پل تو لاءِ ڇا سوچيان. ڇا اسين هڪ ٻئي جا اُداس پاڇولا آهيون شڪنتلا ديوي!. انهيءَ رات ٻي ڪمري مان رهيو- رهيو ڪاڪي تيرٿ رام جا کهٽيل کهٽيل سڏڪا اُڀريا. کليل دريءَ منجهان ڏٺو هئم. اڱڻ ۾ سڄي رات گوتم سگريٽ ڦوڪيندو رهيو هو. چانڊوڪي رات جي اُجري روشنيءَ ۾ سامهون ديوار تي هن جو پاڇولو ڏکهو ٿيندو ٿي ويو.

صبح جو جڏهن وڃڻ لڳا هئاسون، تڏهن تيرٿ رام گوتم کي ڀاڪر پائي اوڇنگارون ڏئي رنو هو. ڪيترا ڀيرا گوتم جو مُک چُميو هئائين. اُن ڪان پهرين نيرن ٽي چانهن ناهڻ مهل رڌڻي ۾ هو پنهنجي پوڙهي آواز ۾ ڳائيندو رهيو هو. جيڏيون الو- پنهل سان جنهن جو پيچ پيئڙو- سا سُمهي سک ڪيئن ڪري- سا سمهي سک ڪيئن ڪري. ڊوڙندڙ ٽانگي مان پريان ڪان ڏٺو هئم هو در جي چائنٽ تي گوڏن ۾ منهن ڏيو ويٺو هو. شايد رنو ٿي. سوچيو هئم، زندگي وڇوڙي جو مسلسل سفر آهي- ڪوئي هن ڪناري بيٺو آهي ۽ ڪوئي هُن ڪناري بيٺو آهي.

ڪاڪو تيرٿ رام پويان رهجي ويو. وقت جي الپي وانگر ٽندي محمد خان جي پراڻي پڳل ٽٽل رستي تي ٽانگو بس اسٽينڊ ڏانهن ڊوڙندو رهيو هو. پر ۾ ويٺل گوتم کي ڏٺم، هن جي اکين ۾ واري ٿي اُڏاڻي، سنڌ جي صحرائن جي.

سڄي سنڌ ۾ گوتم ساڻ هلندي رهي هيس. بن بن پٽڪندي رهي هيس. هن پر ڪان هُن پر تائين. آباديڻ ۾- بيرانن ۾- کنڊرن ۽ قبرستانن ۾، شاعرن ۽ اوليائن جي مقبرن تي- رني ڪوٽ جي قلعي ۾- سنڌوءَ جي ڪنارن تي- بنواس ورتو هئم تن ڏينهن.

هن جي وڃڻ جو ڏينهن ويجهو اچي ويو هو. ٻي ڏينهن هن کي ڪراچي موٽڻو هو. ٻيو ڏينهن زندگيءَ جو سڀ کان المناڪ ڏينهن هو.

زندگيءَ جو فلسفو سمجهي نہ سگهي آهيان. بس- وڇوڙي جي انهيءَ سفر جو نانءُ آهي زندگي. ماڻهو لمحن ڪي مُٺ ۾ قيد نٿو ڪري سگهي. ماڻهو ڪجهہ بہ نٿو ڪري سگهي. تڏهن بہ ڪيڏو موه اٿس زندگيءَ سان. ڪيڏي لڱن من ۾ پالي جيئي ٿو. سچي زندگي موت جو سراپ مارينڌو رهي پر جڏهن مرڻ وارو پل ايندو آهي تڏهن ڪيڏي آسانيءَ سان، چپ چاپ بنا ڪنهن احتجاج جي ماڻهو مري ويندو آهي. چاتو هئم تہ توڪان وڇڙڻ جو اهو عذاب ڪيڏو بہ ڀاري سهي پر جڏهن اهو پل ايندو تڏهن تون ۽ آئون چپ چاپ پنهنجي پنهنجي دڳ ڏانهن هليا ويندا سين. بنا ڪنهن احتجاج جي. نہ آئون سسئي وانگر بن- بن واڪا ڪنديس نہ تنهنجا ويندڙ قدم رڪجي سگهندا. اهي تہ من اندر جون ورتائون آهن. سسئي وانگر بن-بن واڪا ڪنديس تہ بہ من اندر. جي مري ونديس تہ بہ من اندر. ڏرتيءَ سان لاڳو اليا بہ من ٿو سهي. سرحدن تي پاريلَ جيان پرڙا هٽي نستو ٿي بہ من ٿو ڪري. تن جو ڇا آهي- ساه جي آخري تند، ڪنهن بہ پل ٽٽي پوي. گوليءَ جو هڪڙو گهاءُ- انهيءَ پل مريو پوي. پر من هڪ ڀيرو ڪڏهن ٿو مري. بار بار ٿو مري. بار- بار ٿو جيئي. مسئلو جيڪر رڳو تن جي جلاوطن ٿيڻ جو هجي ها تہ ڪو بہ اليو نہ هو. اهو تہ ماڻهوءَ جو بانورو من آهي، جيڪو ڪوڪرا پار تي ٿي پاڳل ٿيو پوي. يا ڪوڪرا پار ڪان موٽي ٿو اچي. دک اهو آهي تہ انهيءَ بانوري من کي سيني مان ڪوئي بہ ڪڏي اُڇلائي نہ سگهيو آهي. وڃڻ مهل هن منهنجون سرد آڱريون پنهنجن هٿ آڱرين ۾ جڪڙيندي ڪبير ڀڳت جو دوهو ٻڌايو هو مون کي.

سپر هاءِ وي جو ڪارو نانگ جهڙو رستو ڏر تتيءَ مهل ويتر پراسرار ٿي پيو هو. منهنجي پويان مارئي هاسٽل جي اداس عمارت بيٺي هئي. سامهون سنڌ يونيورسٽي ۽ ايل ايم سي جون عمارتون- بنگلا- ڪوارٽر- سوڙها رستا ۽ انهن ڪناري بيٺل اڪهاڙا وڻ- چام شوري جو سنسان ميدان ۽ منهنجي پير ۾ گوتم ساماتاٽي بيٺو هو. هٿ ۾ بيگ ڪنيو. عينڪ جي اچن اُجرن شيشن منجهان سندس اکيون

اُجهامنديون پانيون هئم. وڻ تان پيلو پن پٽي ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي ڇڏيو هئائين. چيائين "هي پيلو پن- تنهنجي ۽ منهنجي وڇڙڻ وارن لمحن جو نشان ڪري رکندس پاڻ وٽ-". آئون چپ چاپ پير جي آڱوٺي سان پٽ تي پيل پٽر کي ڇهندي رهي هيس. ڪراچي ويندڙ گاڏيون ترنديون ٿي ويون سپر هاءِ وي تان. ڪيتريون ڳالهيون من ۾ هونديون آهن پر وڇڙڻ سمي ڳالهائڻ لاءِ ڪجهه بہ نہ رهندو آهي. لڳندو آهي ازل کان گونگا آهيون. ڪڏهن ڪو لفظ بہ نہ ڳالهايو اٿئون زندگيءَ ۾. انيڪ پل چپ چاپ بيٺا رهيا هئاسون. اهي سڀ ڳالهيون تاريخ ۾ ڪنهن بہ پني تي نہ لکبيون. منهنجو هن سان موه سنڌ جي ڪا لوڪ ڪهاڻي بڻجي نہ سگهندو. اندر جون وارتائون لوڪ ڪاڻ نہ هونديون آهن. دک جو هر ناٽڪ لوڪ ڪهاڻي بڻجي نہ سگهندو آهي.

هن منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي چيو "توکي ياد اچان تہ سنڌوءَ جي ڪناري بيهي رهجان. ڪڏهن نہ ڪڏهن توکي ليي پوندو منهنجو عڪس. تن جو سنجوڳ ڪجهه بہ ناهي. ڳالهہ آتما جي آهي سنڌ!" هن جي هٿ ۾ جڪڙيل منهنجو هٿ پگهر مان شم ٿي ويو هو. پريان کان ڪراچيءَ ڏانهن ويندڙ بس پي آئي. اُمالڪ هن پنهنجو هٿ بلند ڪيو هو بس کي روڪڻ لاءِ. پيرن جي آڱرين منجهان ساهہ نڪرندو محسوس ڪيو هئم. بس اسان جي اڳيان اچي بيهي رهي هئي. هن جي گرفت منهنجن آڱرين تي مضبوط پئجي وئي هئي. آڱريون- جن سان اچ بيت لکندي ائين گمان ٿيندو اٿم ڄڻ ڪائنات سموري انهن آڱرين ۾ سمايل آهي. هن منهنجن اکين ۾ ليئو پاتو. دور ڪٿي اُنهيءَ پل برسات پوندي هوندي. اهڙي ئي ڪا خاموش برسات هن جي اکين ۾ هئي اُنهيءَ پل. جنهن ۾ نہ وڄ جا ٺڪاءُ هجن نہ بادلن جي گجگوڙ.

بس جي ڳتڪيءَ مان هن مڙي مون ڏانهن نهاريو. ڇا هوندو هن جي اکين ۾؟ ڏسي نہ سگهيءَ هئس. روح جي آسيب کان گهبرائجي اکيون پوري ڇڏيون هئم. اکيون پٽيون هئم. دور دور تائين (جيسين تائين نيڻ نهار آهي) سپر هاءِ وي جو ڪارو نانگ جهڙو سنسان رستو هو ۽ آسمان تي پرندڙ سج اکين ۾ لهي آيو هئم.

●

# زم زم

سڄو ڏينهن سڄي رات برسات پوندي رهي هئي. سڀ ڪجهه ڪلهن تائين بيٺل پاڻيءَ ۾ لڙهندو رهيو هو. مٽيءَ جا ڪچا گهر- ڪکون- ڪپڙا- ٿانوَ ۽ ماڻهو جن جي ڇهڻ تي موت جا پاوَ ائين ڦهلجي ويا ڄڻ انيڪ لاش قبرن مان نڪري پاڻيءَ ۾ ترندا هجن.

وشنو ڪلاڪن کان پاڻيءَ ۾ هلي رهيو هو. پرسال جيڪو گهر نئين اُس ۾ ٻيهي جوڙيو هئائين، سو ته ڪڏهوڪو پاڻيءَ ۾ وهي ويو هو پر وشنوءَ جي من ۾ بي گهر ٿيڻ جو احساس، ڊک ٻڻجي واسو ڪري ويو هو. ڪٽس ائين راتو رات بي گهر ٿيڻ ڏاڍو هاڃيڪار محسوس ٿيو هو. پاڻيءَ ۾ هلندي هلندي هن جو سنڌ سنڌ ساٽو ٿي پيو هو. آسمان تان وسندڙ پاڻي زمين تي بيٺل پاڻيءَ ۾ ڳڏبو رهيو. وشنوءَ بي حد ڊک منجهان پاڻيءَ ۾ وهندڙ ڪٺ کي ڏٺو (نه ڄاڻ ڪنهن جي هئي؟) پر اهڙي هڪڙي ڪٺ هن وٽ ٻه هئي- اهڙا ٿانوَ هن وٽ ٻه هئا، جهڙا هينئر پاڻيءَ ۾ ترندا ٿي ويا- اونداهيءَ ۾ ڪنهن کي ٻه سڌ ڪانه هئي ته ڪنهن کي کهڙي پاسي وڃڻو آهي. جڏهن هڪڙو لاش نجاڻ ڪٿان کان ترندو اچي وشنوءَ سان ٽڪرايو هو، تڏهن ڄڻ وشنوءَ جي جيئري جسم ۾ موت جو سرد احساس ڦهلجي ويو هو. الاءِ ڇو ڪٽس اهو احساس ورائي ويو هو ته ٿوري دير ۾ هو ٻه انهن لاشن جيان زنده ماڻهن جي جسمن سان ٽڪرائيندو، پاڻيءَ ۾ ترندو ويندو ۽ جڏهن صبح جو امدادي پارٽيون پهچنديون تڏهن پاڻيءَ مان پريل هن جو نيرو لاش سڃاڻپ ۾ اچي نه سگهندو ۽ هو ڪنهن گمنام لاش جيان ڪنهن قبر ۾ سدائين لاءِ دفنايو ويندو، بنا انهيءَ انڪشاف جي ته هو وشنو آهي ۽ هن جو لاش دفنائڻ بدران جلائڻ گهرجي.

گهبرائجي هو وري هلڻ لڳو، پاڻ کي اهو احساس ڏيارڻ لاءِ تہ اجا هو زنده آهي. هن جي جسم سان ڪٺون- ٽانوَ- ڪپڙا- مئل جانورَ- هن وانگر پٽڪندڙ جيئرا جاڳندا ماڻهو ۽ پاڻيءَ پريل نيرا لاش ٽڪرائيندا رهيا. هن رڙيون ڪري ميڙي ۾ وڃائجي ويل ٻار وانگر روئڻ چاهيو، پر وات ۾ پرجي آيل پاڻي ٽڪي اڳتي وڌي ويو هو.

۽ جڏهن هو ٻيهر ٽڪجي بيٺو هو تڏهن ڪٽس احساس ٿيو هو پنهنجي جسم کي ڇهندڙ ڪنهن ٻي جسم جو. هن اونداهي ۾ اڪيون ڦاڙي ڏٺو- ڪلهن تي ڪنيل ٻار- ٽڪل ٽٽل ڪنهن عورت جو جسم هو- الاءِ ڇو هنج ۾ ٻار ڪنيل عورت ڏسي وشنوءَ کي ماءُ ياد ايندي هئي جنهن کي وشنو ڏسي نہ سگهيو هو ۽ جيڪا وشنوءَ کي جڻڻ واري گهڙيءَ ۾ ئي مري وئي هئي. ۽ وشنوءَ کي سدائين هنج ۾ ٻار ڪنيل عورت ڏسي پنهنجي اڻ ڏٺل ماءُ ياد ايندي رهي هئي. هن لمحي بہ هو اندر ئي اندر سچو خوشبوءَ مان واسجي ويو هو- هن اونداهي ۾ نظر نہ ايندڙ ٻار جو چهرو پنهنجن سرد ۽ پسيل آڱرين سان ڇهي ڏٺو- ڇڻ هن جو پنهنجو چهرو هجي- ٻار، جيڪو سڄي رات پاڻيءَ ۾ پسڻ ڪان پوءِ اڌمو ٿيو پيو هو، تنهن پل لاءِ اکيون پٽي وشنوءَ ڏانهن نهاريو ۽ وري اکيون پوري ڇڏيون هئائين.

”مون کي ڏي- آئون کڻانس ٿو“ عورت جي ڪجھ چوڻ کان اڳ وشنوءَ پنهنجو ننڍپڻ ياڪر ۾ پيري ورتو. ڪن-پل لاءِ وڄ جو جيڪو چمڪاٽ ٿيو هو، انهي ۾ هن عورت جو چهرو ڏٺو هو ۽ ٻي پل ئي جيڪو ڪٽس وسري ويو هو. ايترو ياد هئس تہ سندس ٻي حد ويجهو بيٺل عورت جواڻ هئي، جنهن جو سچو چهرو پاڻيءَ مان پسيل هو. شايد هن جي ماءُ جو چهرو بہ اهڙو هجي!. شايد هن جو ننڍپڻ بہ اهڙو ئي هجي!. ٻار چري ڪٽس جاڳائي وڌو سوچن جي اگهور ننڊ مان.

”اچ- اڳتي هلون- اڳيان شايد پاڻي گهٽ آهي- اچ-“. هوءَ چپ چاپ هن سان گڏ ائين هلڻ لڳي، ڄڻ جڳن کان، هن سان گڏ هلندي آئي هجي.

ڪجھ دير اڳ وشنوءَ جي من ۾، موت جا جيڪي پاوَ هئا سي اجهامڻ لڳا هئا. ڪجھ دير اڳ ڪٽس نہ پي سجهيو تہ هو ايڏي.پاڻيءَ ۾ ڇو ڪلاڪن کان پيو هلي. هاڻ سندس پاوَ ٿي ٻيا هئا. هاڻ ڪٽس هن عورت کي پاڻيءَ مان ڪڍڻو هو، جنهن جو چهرو شايد سندس ماءُ جهڙو هجي- ڪٽس ڪلهي تي ڪنيل انهيءَ ٻار کي بچائڻو هو، جيڪو پاڪرن ۾ پري ڪٽس نہ ياد ايندڙ ننڍپڻ هانوَ تي هري آيو هو.

"تون ٿڪجي تہ نہ پئي آهين؟" هلندي هن عورت کان ائين پڇيو ڄڻ هوءَ سندس پنهنجي عورت هجي. عورت ڪا بہ ورندي ڪانہ ڏني. بس چپ چاپ هلندي رهي. هلندي هلندي عورت وشنوءَ جي مضبوط ٻانهن کي پڪڙي ورتو هو. وشنوءَ جو سرد جسم ائين گرم ٿي ويو هو جيئن ڪنهن مرندڙ جسم کي آڪسيجن ڏئي ڇڏجي. زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ عورت هن کي ڇهي نہ ڏنو هو. هن تي پهريون ڀيرو اهو انڪشاف ٿيو هو تہ عورت جو ڇهاءُ ڪيڏو گرم ٿيندو آهي- شايد تڏهن ئي تہ ٻار ماءُ کان ڌار نہ ٿيندا آهن- مڙد انهيءَ ڇُهاءُ لاءِ زندگي سڄي محنت ڪندا آهن. هوءَ وشنوءَ جي مضبوط ٻانهن جهلي هلندي رهي هئي ۽ وشنو موت بدران زندگيءَ جا پاوَ مَن ۾ سجائي ائين هلندو رهيو ڄڻ آڪسيجن جي نلي هن جي نڪ مان ڪڍي وئي تہ هو مري پوندو ۽ وشنوءَ مرڻ نٿي چاهيو.

پاڻي هاڻ ڪلهن کان لهي چيلھ تائين اچي بيٺو هو پر برسات جو زور ڪونہ گهٽيو هو. ڪاٿي پاسي پڪو روڊ هو- پڪا روڊ ڪچين آبادين کان پري هوندا آهن- شايد پڪا روڊ، پڪن گهرن وارن لاءِ هوندا آهن- روڊ جي هن پاسي ڪيترا پڪا گهر ٺهي رهيا هئا.

"سامهون جيڪي اڌ ٺهيل گهر آهن نہ- اتي برسات کان بچاءُ ٿي سگهندو" هن ٻيهر عورت سان ڳالهايو ۽ موٽ ۾ عورت جو هٿ هن جي ٻانهن ۾ وڌيڪ مضبوط پئجي ويو. وشنوءَ جي دل چيو هو تہ هوءَ ساڻس ڳالهائي انيڪ ڳالهيون ڳالهائڻ لاءِ هونديون آهن- ڳالهائڻ سان اڪيلائپ ۽ دک جا پاوَ گهٽجي ويندا آهن ۽ زندگيءَ ڏانهن وڌندڙ

وکون تيز ٿي ويندون آهن پر شايد عورتون گهٽ ڳالهائيندڙيون هجن يا هوءَ ئي گهٽ ڳالهائيندي هجي.

"هي- سمهي رهيو آهي- شايد" هن ڪلهن تي پيل اڌ مئل ٻار بابت ڳالهائڻ چاهيو. عورت ڪن پل لاءِ ڪنڌ ڪٽي ٻار ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ وري هلڻ لڳي، گوڏن تائين ٻينل پاڻيءَ ۾ اکيون کپائي. ڇڻ- اهو ٻار هن جو نہ هجي. ٥

روڊ تي پاڻي گوڏن تائين هو- زندگيءَ جا آثار پڪين آبادين ۾ پهچي چڪا ٿي ويندا آهن. هت پاڻيءَ ۾ ترندڙ سامان- جانورن جا لاش- جيئرا ماڻهو ۽ پاڻيءَ مان پيريل ٺيرا پئجي ويل لاش ڪونہ هئا. ڊگهو ۽ سنئون سڌو رستو هو، جيڪو سڌو خوبصورت بنگلن ڏانهن ٿي ويو. جتي پاڻي اڃا انچ بہ نہ بيهي سگهندو آهي. وشنوءَ من ئي من ۾ پڪن گهرن ۾ رهندڙن کي گار ڏني- ۽ بي حد دک منجهان عورت کي ٻڌايو هئائين تہ هن پر سال نئنهڻ اُس ۾ بيهي جيڪو گهر اڏيو هو سو ڪلهہ برسات ۾ ڍهي پيو ۽ هو چپ چاپ بي وسيءَ منجهان انهيءَ کي مٽي ٻڻجي پاڻيءَ ۾ وهندو ڏسندو رهيو.

"تنهنجو گهر بہ- ڍهي پيو ڇا؟" هن عورت کان پڇيو. عورت پاڻيءَ مان پسيل چهرو ڪٽي وشنوءَ ڏانهن نهاريو "منهنجو-! منهنجو ڪو بہ گهر ڪونهي".

"مطلب!؟" وشنوءَ اچرج منجهان سوچيو- تہ اهڙا بہ ماڻهو دنيا ۾ آهن، جن جو ڪو بہ گهر نہ هجي. عورت، جنهن پهريون ڀيرو ڳالهايو هو ۽ وشنوءَ چاهيو هو هوءَ ڳالهائيندي رهي.

"پوءِ- تون ڪٿي رهندي آهين؟"

"آئون!- آئون هڪڙي دڪان جي اڳيان لڳل تختي هيٺ رهندي هيس- اهو دڪان بہ ڪلهہ پاڻيءَ ۾ لڙهي ويو- هاڻ- منهنجو ڪوبہ گهر ڪونهي"- هوءَ بہ شايد دڪان جي انهيءَ تختي جي لڙهي وڃڻ تي دکي ٿي پئي هئي. پناهہ گاهہ ڪهڙي بہ هجي پر جي اُجڙجي وڃي تہ ڪن-پل لاءِ ئي سهي پر زندگي ڪيڏي الناڪ محسوس ٿيندي آهي. ڪم از ڪم

وشنوءَ تہ ائين ئي محسوس ڪيو هو- ازل ڪان بي گهر هئڻ ايڏو دکي ڪندڙ ناهي جيڏو اوچتو بي گهر ٿي وڃڻ.

عورت جو ڳالهائڻ بند ٿي ويو هو- هوءَ هاڻ وشنوءَ جي سهاري ڪان سواءِ هلي رهي هئي. ڪجھ دير اڳ سڀ ڪجھ وشنوءَ لاءِ ڪيڏو موهيندڙ هو. عورت مڙد جو سهارو وٺي هلي تہ مڙد پاڻ کي ڪيڏو خوش ٿو محسوس ڪري اهو انڪشاف بہ وشنوءَ تي پهريون ڀيرو ٿيو هو. اڌ ٺهيل گهر برسات جي اونداهي رات ۾ کنڊرن وانگر ٿي نظر آيا- وشنوءَ کي خبر هئي تہ ڇت پڪي هجي تہ ماڻهو پاڻ کي هر قيامت کان آجو محسوس ڪندو آهي ۽ انهن گهرن جي مٿان پيل ڇتيون اٽپوريون سهي پر مضبوط تہ هيون.

۽ انهيءَ مضبوط ڇت هيٺ پهچي هو امالڪ نستو ٿي پيو هو. عورت پٽ کي ٽيڪ ڏئي ڪيترا پل سهڪندي رهي.

مضبوط پٽ کي ٽيڪ ڏئي ساھ کڻندي ماڻهو ڪيڏو پرسڪون ٿي پوندو آهي. مٿيءَ جي ڪچي پٽ وارا پاوَ تہ نہ هوندا آهن تہ نجاڻ ڪنهن مهل ڍهي پوي. پاڻي هنن جي جسم مان بوند- بوند ڪري ٽمندو رهيو. هن ٻار کي ڪلهي تان لاهي سڪي پٽ تي ليٽائي ڇڏيو. ٻار جي نڙيءَ مان نڪرندڙ خر- خر جو آواز انهي پڪي ڇت هيٺ ڦهليل اونداهي ۾ وشنو کي بي حد ڀوائتو لڳو هو- ڄڻ نڙيءَ ۾ موت اچي اٽڪيو هجي يا ڪو بيمار ڪتو سهڪي رهيو هجي.

”هن کي شايد- ٿڌ لڳي وئي آهي“ وشنوءَ اونداهي ۾ پاڇولي وانگر نظر ايندڙ عورت ڏانهن نهاريو، جيڪا اڃا تائين پٽ کي ٽيڪ ڏئي سهڪي رهي هئي. وشنوءَ جي آواز تي هن ڇرڪي وشنوءَ ڏانهن نهاريُو ۽ رڙهي اچي ٻار وٽ ويهي رهي- ٻار جي بدن تي ڇهنل پسيل ڪپڙا لاهي هوءَ نپوڙڻ لڳي.

”ڏي- آئون سڪايان ٿو“ وشنوءَ عورت جي هٿن مان ڪپڙا وٺي لوھ جي شيخ تي ٽنگي ڇڏيا ۽ جڏهن مڙيو تڏهن هوءَ ٻار جو اگهاڙو بدن پاڪر ۾ ڀري گرمائي رهي هئي. وشنوءَ کي ٻيهر پنهنجي

اڻ ڏنل ماءُ هانوَ تي هري آئي. هن من ئي من ۾ سوچيو، نجاڻ ماءُ جي پاڪرن ۾ ڪيتري گرمي هوندي آهي!. ٻار جي نڙيءَ مان نڪرندڙ خر-خر جي آواز وشنوءَ جي اندر ۾ ڦهلجندڙ زندگيءَ جي لاٽ ٻـ ڇڻ اجهائي ڇڏي هئي. هن کي ائين لڳو ڇڻ انهيءَ مضبوط ڇت هيٺ ايڏي گرمي ۾ گهٽ جي هوندي ٻـ پارو پڇي رهيو هجي ۾ هو اندر ئي اندر برف جي سر ٻڻجي رهيو هجي. هو ٻنا ڪجھ ڳالهائڻ جي ٻار کي سيني سان لائي ويٺي هئي ڇڻ هن جا سيئي پاوَ مري ويا هجن يا مٽيءَ جي ڪچن گهرن سمان پاڻيءَ ۾ لڙهي ويا هجن. هو عورت جي سامهونءَ واري پيت کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. ٻار جي نڙيءَ مان نڪرندڙ خر-خر جو آواز ويو ٿي وڌندو.

"هن کي ٻک لڳي هوندي" وشنو ڪجھ نہ ڪجھ ڳالهائڻ واري احساس کي دٻائي نہ سگهيو. وشنوءَ کي پاڻ ٻـ ٻک لڳي هئي- ٻرسات جي انهيءَ قيامت جهڙي رات ۾ ٻک جو صرف احساس ئي ممڪن هو.

ٻک جو احساس هو شايد- يا- الاءِ ماءُ جي جسم جي گرميءَ جو احساس- ٻار گهٽيل گهٽيل آواز ۾ روئڻ لڳو. وشنوءَ دکي ٿي پيو، اهو سوچي تہ هو ٻـ ننڍپڻ ۾ ائين روئندو هوندو ٻک جي احساس کان- اڪيلائپ جي احساس کان. هوءَ کي پل چپ چاپ ٻار کي روئندو ڏسندي رهي. وچ جي چمڪاٽ ۾ وشنوءَ ڏٺو هوءَ پاڻيءَ مان پسيل چولو مٿي ڪٽي ٻار کي کير ڏئي رهي هئي. اهو سڀ ڪجھ ڏسڻ جي خواهش جڳن کان وشنوءَ جي من ۾ واسو ڪيو ويٺي هئي. خر- خر جو آواز بند ٿي ويو هو' ۽ هاڻ انهيءَ مضبوط ڇت هيٺ چس- چس جو آواز ڦهلجي ويو هو. وشنوءَ کي ائين محسوس ٿيو ڇڻ هن جي ڇاتين مان نڪرندڙ کير بوند-بوند ڪري هن جي وات ۾ پيرجي رهيو هجي. هن جو ننڍپڻ هن جي نڙيءَ ۾ مڙي آيو هو.

هو اونداهي ۾ رڙهندو اچي هن جي ويجهو ويٺو. اڪيلائپ جي گهيرٽ مان نڪرڻ لاءِ هو بي حد اداسيءَ منجهان عورت جي هنج ۾ پيل

ٻار جي نرم نرم ۽ آلن وارن ۾ آڱريون ڦيرائڻ لڳو. جڻ اهي وار به سندس هجن- يا هو ٻار سندس ٻار هجي.

"هي خُر-خُر ڇو ٿو ڪري؟" هن پريشان ٿي پڇيو.

"ٿڌ لڳي اٿس" اونداهيءَ ۾ عورت جو جهيڻو آواز اڀريو.

"کير نٿو پيئي ڇا؟" ائين چوندي هو ائين شرمائجي ويو جڻ ڪا خراب ڳالهه ڪندو هجي. ڪي ڪن هوءَ چپ رهي. "کير- هجي- ته پيئي" هن جي لهجي ۾ شڪست ۽ شرمندگيءَ جو احساس هو. هو چپ چاپ اونداهي ۾ هن کي محسوس ڪندو رهيو.

"هي- هي منهنجو ٻار ڪونهي- پاڻيءَ ۾ ٻڏو پيو- مون ڪڍي ورتو- هن جي شڪل بلڪل انهي ٻار جهڙي آهي جيڪو مون ڄائو هو- پر- پر اُهو مري ويو".

انهيءَ مضبوط ڇت هيٺ گهٽ ۽ گرمي اڃي ڪان به وڌي وئي هئي. ٻاهر وچ جا نڪاءَ ۽ برسات جو آواز وڌي ويو هو. اها عورت جنهن ٻار کي ڪجهه دير اڳ چولو مٿي ڪڍي کير ڏئي رهي هئي، اهو ٻار هن جو نه هو. اهو ٻار شايد وشنوءَ وانگر هو- جنهن جي ڪا به ماءُ ڪانه هئي- جي هئي ته شايد انهي پل ڪلهن تائين بيٺل پاڻيءَ ۾ ڀٽڪندي هوندي يا- لاش ٻڏجي پاڻيءَ ۾ وهندي هوندي- وشنو نستو ٿي اتي ئي پٽ تي ليٽي پيو. هوءَ ٻار هنج ۾ کنيو ائين ويٺي هئي جو وشنوءَ جي من کي ويساهه ئي نه پي آيو ته ڪو اهو ٻار هن جو نه هو. وشنو من ئي من ۾ چاهيو هو (بي حد شدت سان) ته هو به انهيءَ عورت جي هنج ۾ هن ٻار وانگر ليٽي پئي. بڪ، زهر ٻڏجي وشنوءَ جي من ۾ واسو ڪرڻ لڳي.

انهي مضبوط ڇت هيٺ انهن ٽنهي جو هڪبئي سان ڪو به سڱ نه هو. قيامت جهڙي اُها رات انهن ٽنهي جي وچ ۾ ٻڌل مضبوط تند هئي- جيڪا رات وشنوءَ لاءِ عذاب بڻجي وئي هئي، انهي لاءِ هاڻي وشنوءَ چاهيو ٿي ته ڪڏهن به نه کٽي- هو آسمان تي چمڪندڙ وچ ۾ اکيون ڪپائي ڳالهائڻ لڳو.

”جڏهن آئون ڇائو هئس نہ- تڏهن منهنجي ماءُ مون کي ڇڻ مهل ئي مري وئي هئي. اونداهي ۾ عورت همدرديءَ مان وشنوءَ ڏانهن نهاريو پر وشنوءَ کي سڌ ئي نہ پئي- بس هو بنا ڪنهن ڪارڻ جي ڳالهائيندو رهيو. ”مون کي الاءِ ڇو- هر عورت ڏسي پنهنجي ماءُ ياد ايندي آهي- منهنجي دل تي ڇوي تہ اهو هان جيڪو تنهنجي هنج ۾ آهي آئون هجان ها“- عورت اونداهي ۾ غور سان هن ڏانهن نهاريو- هن کي محسوس ٿيو ڄڻ وشنوءَ جي اکين ۾ پاڻي پيرجي آيو هجي- ڪجھ پل هنن پنهي ڪجھ بہ نہ ڳالهايو.

الاءِ ڇو بي پل عورت کي پنهنجو مري ويل ٻڙس هانوَ تي هري آيو هو. اهو بہ برسات جي ڪنهن اهڙي رات ۾، نانگ جي ڏنگڻ سان مري ويو هو.

ٻار جي نڙيءَ مان نڪرندڙ آواز هوريان- هوريان گهٽبو تي ويو.

”هن جو آواز- گهٽجي ڇو ويو آهي؟“ وشنوءَ پريشان ٿي پڇيو.

”-هي -هي- مري ويندو. شايد- منهنجو ٻار بہ ائين ئي مئو هو. هن جي نڙيءَ مان بہ سڄي رات اهڙا آواز ايندا رهيا هئا- ۽- صبح ٿيڻ کان اڳ هو مري ويو-“ وشنوءَ کي ائين لڳو ڄڻ هزارين سڏڪا هن عورت پنهنجي نڙيءَ ۾ گهٽي ڇڏيا هجن. وشنو اهو سوچي بي حد دکي ٿي پيو هو تہ صبح ٿيڻ کان اڳ ٻار مري ويندو. هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو ڄڻ هو زمانن کان گڏ رهندا آيا هجن ۽ هاڻ ڪنهن هڪ جي مرڻ وجڻ جو احساس ڪيڏو دکدائڪ هو. هو چپ چاپ اونداهي ۾ پاڇولي وانگر نظر ايندڙ ٻار جي وجود کي محسوس ڪندو رهيو.

”جي- هي- مري ويو- تہ ڇا ٿيندو!“ وشنو بي حد اداس ٿي چيو.

”ڪجھ نہ- ڪجھ بہ تہ نہ- جڏهن منهنجو ٻار مئو هو نہ- تڏهن بہ ڪجھ بہ نہ ٿيو هو- ڪجھ بہ نہ ٿيو هو.“

وشنوءَ کي ائين لڳو ڄڻ موت نانگ وانگر سندس جسم تي سري رهيو آهي- برف جهڙو سرد موت.

پوءِ اوچتو ٻار جو آواز بند ٿي ويو ۽ وشنوءَ جو سمورو ساهہ

نڙيءَ ۾ اچي اٽڪيو هو. عورت ٻار کي چورڻ چاهيو پر هو مري چڪو هو شايد. اونداهي ۾ عورت جو سڏڪندڙ آواز اڀريو.

"مري ويو- شايد!"

"مري ويو!" وشنوءَ جي نڙيءَ مان گهٽيل گهٽيل آواز نڪتو ۽ اُجهامي ويو. عورت ٻار جي منهن تي مٿو ڌري ائين سڏڪڻ لڳي ڄڻ اهو ٻار سندس ئي بدن جي تخليق هجي. وشنوءَ هٿ وڌائي عورت جي هنج ۾ پيل مئل ٻار کي ڇهي ڏٺو- برف وانگر سرد پتڪڙو جسم وشنوءَ جي اندر- تهائين اندر (پاتال تائين) لهندو ٿي ويو. هو ٻار جي نرم- نرم وارن ۾ آڱريون ڦيرائڻ لڳو. هن ٻار جون بند اکيون- پتڪڙا چپ- پتڪڙو نڪ ڇهي ڏٺو- وشنوءَ کي محسوس ٿيو ڄڻ گرم گرم پاڻي سندس اکين مان وهندو سندس چهري تي ڦهلجي ويو آهي. هو ٻار جو پتڪڙو ۽ نرم هٿ پنهنجي مضبوط هٿ ۾ جهلي دٻائڻ لڳو.

انهي پل وچ جو چمڪاٽ ٿيو- هنن ٻنهي پل-اپل لاءِ هڪ ٻي جي اکين ۾ پرجي آيل پاڻي ڏسي ورتو هو.

"تون- روئين پئي!"

"تون- تونَ به تہ روئين پيو."

"ها- مون کي پنهنجو ننڍپڻ پيو ياد اچي- جڏهن مون کي پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجو ننڍپڻ ياد ايندو آهي- تڏهن آئون روئي ڏيندو آهيان."

"- مون کي-برسات جي رات ۾ پنهنجو مڙس ۽ پنهنجو ٻار ياد ايندو آهي."

"تو کي- پنهنجي ٻار سان گهڻو پيار هو ڇا؟" وشنوءُ هڪ ڀيرو وري مئل ٻار کي ڇهي ڏٺو.

"هر ماءُ کي پنهنجو ٻار وڻندو آهي" هن جو آواز وشنوءَ کي پريان کان ايندو محسوس ٿيو هو.

وشنوءَ جو من دکي ٿي پيو- "جيڪڏهن منهنجي ماءُ جيئري هجي ها- تہ شايد- آئون بہ هن کي- پيارو هجان- ها نہ!"

"هون-ن" عورت ڄڻ پاتال مان ڳالهايو.

۽ پوءِ ڪيترا پل هنن ڪجهه به نه ڳالهايو. هوءَ ٿڪجي اتي ئي ليٽي پئي. ڳالهائڻ لاءِ ڄڻ ڪجهه به نه رهيو هجي. وشنو به ليٽي پيو. هو ٻئي چپ چاپ انهيءَ مضبوط ڇت ڪي ڏسندا رهيا، جيڪا هنن جي پناهگاهه هئي.

"برسات بند ٿيڻ ڪانپوءِ- تون ڪيڏانهن ويندين؟"

"الاءِ!" هوءَ بند چپن ۾ ٻڙڪي. اڻڄاڻائيءَ ۾ هن جو نرم هٿ وشنوءَ جي مضبوط هٿن ۾ اچي ويو هو. وشنوءَ جي نڪ ۾ ڄڻ ٻيهر آڪسيجن جي نلي اچي وئي هئي. هو هن جي هٿ جو ڇهاءُ محسوس ڪندو رهيو- هن عورت جون آڱريون پنهنجين مضبوط آڱرين ۾ جڪڙي ڇڏيون ۽ ٻي پل ئي هو اڪيلائپ جي گهيرڻ مان نڪري آيو هو. وشنو عورت ڏانهن پاسو ورائي اونداهيءَ ۾ هن کي ڏسندو رهيو.

"-تنهنجو نالو ڇا آهي؟" عورت ائين ئي ڳالهائڻ خاطر چيو.

"- وشنو"

"هندو آهين ڇا؟" ڪن لاءِ وشنو من ئي من ۾ سراپجي ويو. ٿي سگهي ٿو هو هن جو ڊرم ٻڌي، نفرت مان هن کي پري ڌڪي ڇڏي. وشنوءَ ڪي پل ڪابه ورندي ڪانه ڏني. عورت ٻيهر ڪانئس پڇيو "هندو- آهين؟"

"ها" ائين چوندي وشنو ڪنهن اهڙي بار وانگر هيسجي ويو جنهن ڪان اڻڄاڻائي ۾ ڪو ڏوهه ٿي ويو هجي. ڪي پل سانت ئي رهي. عورت هن جي هٿ مان پنهنجو هٿ ڪونه ڇڏايو هو ۽ نه ئي نفرت مان هن کي ڌڪي پري ڪيو هٽائين.

"تون-؟" نيٺ وشنو سگهه ساري هئي.

"آئون-! آئون مسلمان آهيان".

وشنوءَ کي ڪل ئي ڪانه هئي ته ڪو ڏين ڊرم ڪان ڪجهه پريرو، ڪجهه ٻيا به ناتا ٿيندا آهن، جيڪي قيامت جهڙين راتين ۾ پاڻ ئي پاڻ ڳنڍجي ويندا آهن. هنن ٻنهي مان ڪنهن به هڪ ٻي کي ڌڪي پري ڪونه ڪيو هو. وشنو محسوس ڪيو ته هوءَ هن جي ويجهو

اچي وئي آهي. برسات جي گوڙ ۾ به هن عورت جا ساهه، پنهنجي ساهه ڪان به وڌيڪ چِٽا محسوس ڪيا هئا. وشنوءَ پنهنجن منجهيل ۽ آلن وارن ۾ هن جو آڱريون محسوس ڪيون هيون. هن عورت جو چهرو پنهنجين آڱرين سان ڇهي ڏٺو- چپ- نڪ- اکيون- ڪاڏي- ڪِڇي هو پيٽڪيو.

شايد منهنجي ماءُ به تو جهڙي هوندي!"

"الاءِ" هوءَ بند چپن ۾ پيٽڪي.

"سوير- جڏهن تون ٻار ڪي هنج ۾ کنيو ويٺي هئين نه- تڏهن منهنجي دل چئي هئي ته آئون به هن ٻار وانگر روئان- منهنجي نڙيءَ مان به خر-خر جو آواز ايندو رهي".

"ڇو؟" عورت وشنوءَ جو چهرو پنهنجين آڱرين سان ڇهي ڏٺو. وشنوءَ جي نڪ جي هيٺ مُڇن جا وار ڦهليل هئا. هن جي هٿن تي سندس مڙس جو چهرو هري آيو، انهيءَ جي نڪ جي هيٺ به مُڇن جا وار هوندا هئا. هو جڏهن اونداهي راتين ۾ نمي هن جو چهرو چمندو هو تڏهن مڇين جا اهي وار هن ڪي پنهنجي چهري تي سرندا محسوس ٿيندا هئا. هن بيحد شدت سان چاهيو هو ته هينئر- هن لمحي، وشنو نمي هن جو چهرو چمي. هن جون اکيون پورجڻ لڳيون- وشنو پنهنجي چهري تي هن جون آڱريون محسوس ڪندو رهيو.

وشنو بلڪل اهو پتڪڙو ٻار بنجي ويو هو، جيڪو ڪائنس ڪجهه پريرو مئو پيو هو.

"آئون- سڪل مانين جا ڳيا ڪائي وڏو ٿيو آهيان. مون ڪي ائين ٿو لڳي جڻ آئون سالن جو بکيو آهيان. تو- سوير جڏهن هن ٻار ڪي کير ڏنو هو نه- تڏهن مون ڪي ائين لڳو جڻ- جن ٻارن جي ماءُ نه هوندي آهي، اهي جڻ ڪان مرڻ تائين بکيائي رهندا آهن".

عورت هن جي بي حد ويجهو اچي وئي هئي- وشنوءَ اونداهيءَ ۾ هن ڪي پنهنجي مٿان نمندو محسوس ڪيو ۽ ٻي پل وشنوءَ پنهنجو وات کير مان پريو محسوس ڪيو هو. وشنوءَ پاڻ ڪي بي حد پتڪڙو

محسوس ڪيو هو- ڄڻ ڪي پل اڳ جنم ورتو هجيس. هن جي اڪيلائپ جا گهيرڻ ٽٽي پيا هئا. هن کي ائين لڳو ڄڻ هي جوان عورت هن جي ماءُ هجي. ڄڻ هو هوريان هوريان ڪير جي درياءَ ۾ ٻڏي رهيو هجي.

۽ جڏهن هوءَ وشنوءَ کان ڌار ٿي هٽي تڏهن ٻاهر صبح جو سوجهرو هوريان هوريان ڦهلجي رهيو هو. برسات بند ٿي چڪي هئي پر آسمان تي اڃان اڇن- ڪارن ڪڪرن جو هجوم هو.

هن صبح جي پکڙجندڙ روشنيءَ ۾ ڏٺو- عورت هن کي ڏٺل لڳي هئي. وشنوءَ هن کي شهر جي چؤواٽن تي- گهٽين ۾- بند دروازن جي اڳيان الله جي نانءُ تي بيک گهرندي ڏٺو هو. هن جا ڪپڙا ڪٿان ڦاٽيل ۽ ڪٿان چٿيون لڳل هئا. عورت پل اپل لاءِ ڏينهن جي روشنيءَ ۾ هن ڏانهن نهاريو ۽ وري اکيون پوري ڇڏيون.

پٽ تي پيل ٻار جو لاش نيرو پئجي ويو هو.

وشنو اٿيو ۽ سيخ تي ٽنگيل سڪل ڪپڙا ٻار جي مٿان وجهي ڇڏيا هئائين. هن دل ۾ سوچيو، نجاڻ هن ٻار کي دفن ڪبو يا جلائڻو پوندو- ڌرم جو نشان انسان جي ڇهري تي ڇو نٿو لکيل!.

"برسات بيهي رهي آهي- مون کي وڃڻ گهرجي"

عورت اُٿي بيهي رهي. وشنوءَ کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ قيامت جهڙي رات ڪٽڻ سان گڏ سڀئي ناتا ٽٽي پيا هجن. هاڻ هو هڪ هندو مڙد آهي ۽ هوءَ هڪ مسلمان عورت ۽ هي مئل ٻار هنن مان ڪنهن جو به ناهي. وشنوءَ چاهيو هو ته هي ڏينهن هن لحي ئي اُجهامي وڃي ۽ ٻيهر چوڌاري برسات جي پوائتي رات ڦهلجي وڃي- پر چاهڻ سان ڇا ٿيندو آهي.

وشنوءَ هن عورت کي روڪڻ چاهيو. پر هن وٽ ڪوبه ته ڪارڻ نه هو، هن کي روڪڻ جو. هن چاهيو ته هو، هن عورت کي چئي ته تون وينديئن ته آئون سدائين وانگر اڪيلو رهجي ويندس ۽ مون کي پنهنجي ماءُ اڳي کان به وڌيڪ ياد ايندي، پر هو چپ چاپ بيٺو رهيو. زندگيءَ ۾ عورت جو هئڻ ڪيڏو ضروري آهي، اهو انڪشاف

وشنوءَ تي تہ انهيءَ گذري ويل رات ۾ ٿيو هو پر هن کي روڪڻ لاءِ وشنوءَ وٽ ڪو بہ ڪارڻ نہ هو.

”تون- وڃين ٿي؟“ هن بي حد اُداس ٿي پڇيو.

”ها“ عورت وڃڻ لاءِ وک وڌائي ۽ وشنوءَ جا پير جڻ پٽ ۾ کپي ويا.

”۽ هي هار؟“ وشنوءَ پٽ تي پيل ٽيري لاش ڏانهن نهاريو- عورت کي بہ جڻ وسري ويل ڳالهہ ياد اچي وئي هئي. هوءَ هار ڏانهن مڙي ۽ ٻي لمحي اهو نيرو پئجي ويل لاش هن جي ٻاڪرن جي دائري ۾ هو.

ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ عورت هڪ ڀيرو مڙي وشنوءَ ڏانهن نهاريو هو. وشنوءَ جي نڪ هيٺ ٿهليل مُڇن جا وار هن جي اکين ۾ ٿوهر جي ڪنڊن سمان چڀڻ لڳا.

هو ڪيترا پل هن کي گوڏن تائين بيٺل پاڻيءَ ۾ ويندو ڏسندو رهيو.

# گورڪن

نما شام جا هوريانِ هوريان ھلندڙ پاڇولا، ڌرتيءَ تي پکڙجي آيا هئا. هن جي اونداهين پاڳ جيان رات جون اونداهيون ٻہ پر پکيڙڻ لاءِ چڻ آتيون هيون. قبرستان ۾ هوا جا نسڪا، وڻن جي جهومندڙ پنن جي سر سر، موت جهڙي سانت ۽ تربتن تي پکڙيل ويرانيون- اهو سڀ ڪجھ چڻ هن تي موت جي پڇاڙڪي پل وانگر اڏول ٿيو بيٺو هو. ۽ هو هيڪلو اِن سموري وايو منڊل ۾ نم جي وڻ هيٺ، ڪنڌو نوايو ائين ويٺو هو چڻ جڳن کان، پنهنجي اونداهين پاڳ تي ماتم ڪري رهيو هجي. موت جي ان سنسان وايو منڊل ۾، هن جو پيگل تنل وجود، ويتر ئي پراسرار ٿي محسوس ٿيو. پر ۾ ڪوڏر رکيل- هن وانگر اُداس ۽ تڪل تڪل (ڪم از ڪم هن تہ ائين محسوس ڪيو هو.)

ان قبرستان ۾ هو تڏهن کان گورڪن هو، جڏهن هن جي چهري تي ڏاڙهيءَ جي ساوڪ مس ٿي هئي ۽ اڄ هن جي مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار اڌو اڌ اڇا هئا. ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ ۾، زندگيءَ کان ڇڄي ويل انسانن کي دفنائي، پيٽ پوڇا ڪرڻ هن جو اباڻو ڪم هو. هن جو پيءُ هن جو ڏاڏو ۽ شايد پڙڏاڏو بہ اهو ئي ڪم ڪندا هئا. موت، زندگي، تربتون ويرانيون، دنيا کان ڇڄي ويل هيڪلا انسان، اهو سڀ ڪجھ زندگي جو اڌ محسوس ٿيندو هئس.

۽ هينئر هي ٻہ ڏينهن اهڙا گذريا هئا جو هن جي گهر جي چلھ نہ دکي هئي. ٻک موت وانگر پر پکيڙيو بيٺي هئي. "انهن ٻن ڏينهن کان هو ڪنهن هاڻ ايل جواري جيان گهر موٽندو رهيو هو. انهن ٻن ڏينهن کان هن جي ڪوڏر بہ اداس هئي. هن جي ٻارن جي اکين ۾ ٻک جو

واسو هو. جوٽس جي چهري تي پيڙائن جو هجوم هو، انهن ٻن ڏينهن کان.

انهن ٻن ڏينهن کان موت نہ جاڳيو هو. ان شهر ۾ ڪنهن جي بہ زندگي جي تند نہ ٽٽي هئي. هو لاڳيتو سوچي رهيو هو تہ جت روز انيڪ انسانن جا سمورا لاڳاپا دنيا کان ڏار ٿي ويندا آهن اتي ٻن ڏينهن کان سيئي جيئرا آهن. ان شهر ۾ ڪو ٻيو قبرستان بہ تہ ڪونهي. ٻن ڏينهن کان جڏهن هو خالي هٿين گهر موٽندو هو تہ هن جي ٻارن جا چهرا، هن کي ڏسي، تيل کان محروم ڏيئي وانگر اجهامي ويندا هئا. رات تہ هن جو ننڍو پٽ ٻک وگهي، آڌيءَ تائين روئندو رهيو ۽ هن کي ماٺ ڪرائيندي ڪرائيندي جوٽس بہ سڏڪي پئي هئي.

انهن سمورين سوچن کيس ساٺو ڪري ڇڏيو هو. هن هڪ پيرو پوسرنڊڙ اکين سان، سموري قبرستان تي نهار ڪئي ۽ ڪنڌ نوائي اُتي ٻيهي رهيو. ڪوڏر ڪلهي تي رکي- هو ٿاٻڙجندڙ وکون کڻندو قبرستان مان ٻاهر نڪري آيو. ٻاهر اچي هن هڪ پيرو، ڪنڌ ورائي، پويان دور دور تائين پکڙيل قبرستان ڏانهن نهاريو هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ انيڪ مردہ، تربتن مان نڪري اڇي ڪفن ۾، موت جو رقص ڪري رهيا هجن. ٺهڪ ڏئي رهيا هجن. گهبرائجي هو تکيون وکون کڻندو، قبرستان کان دور نڪري آيو.

هو جڏهن گهر آڏو پهتو تہ پل اُپل لاءِ خيال آيس ٻاهران ئي موٽي وڃڻ جو. سوچيائين، ٻيهر قبرستان موٽي وڃان. ڪهڙي خبر تہ اڄ رات ڪنهن جي زندگيءَ جي لاٽ اجهامي وڃي. پوءِ خيال آيس تہ جيڪڏهن ائين ٿيو تہ سدائين جيان ماڻهو کيس سڏي وٺندا. تڏهن هٻڪندو، در تي لٽڪندڙ ڳوڻ جو ٿانل پڙدو مٿي ڪڻي هو گهر جي اڱڻ ۾ هليو آيو. لالٽين جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾، جوٽس ڪنڌ نوايو چپ ويٺي هئي. سندس آڏو سندس ننڍو پٽ ستل هو. هن جي ڳلن تي پکڙيل لڙڪن جا نشان هن ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ بہ چٽا ڏسي ورتا هئا ۽ اندر ئي اندر ڪجهہ پرندو پانيو هئائين. پٽ تي هن جا ٻئي وڏا پٽ بلور راند رهي رهيا هئا يا الائي پنهنجو پاڻ وندرائي رهيا هئا.

هن کي ڏسي هو ٻيئي ائين ڇرڪي پيا ڄڻ هو جڳن کان هن جي اوسيئڙي ۾ ويٺا هجن. پر- پر- هن جي چهري تي پڪڙيل پيڙا جا پاڇولا ڏسي، هنن جي چهرن تي به مايوسيون پکڙجي ويون. هو ڪنڌ نوائي چنل ڪٽ تي ويهي رهيو. جوٽس شوڪارو ڀري چوڻ لڳي ”ننڍڙو، مانيءَ لاءِ روئي روئي هاڻ ستو آهي“.

هن ڪا به وراڻي ڪانه ڏني.

”بابا مون کي به ڏاڍي بک لڳي آهي“ سندس وچٽ پٽ جو آواز ائين چوندي ڀرجي آيو هو ”بابا! اڄ به ڪو ڪونه مؤ؟“ پر هن ڪا وراڻي ڪانه ڏني- هن جا چپ ڄڻ ڪنهن سبي ڇڏيا هئا.

”بابا! جڏهن ڪو مرندو تڏهن ماني پچندي؟“ پٽس ٻيهر پڇيو.

”ها“ جواب ڏيندي هن کي پنهنجو آواز پاتال مان ايندو محسوس ٿيو هو. تڏهن پٽس ٻئي هٿ مٿي ڪٽي، آڪاس ڏانهن اکيون ڪٽندي چيو ”الله سائين هاڻ تون ڪنهن کي ماري ڇڏ ته اسان جي گهر ماني پچي او الله سائين!“ تڏهن هن جي من اندر دور ڪٿي ”آمين“ جي صدا اڀري. هو پاڻ به ٻن ڏينهن کان دعا گهري رهيو ته ڪاش، اڄ ڪو اوچتو مري پوي- ڪاش.

هن جا ٻئي وڏا ٻار انهيءَ آس تي شايد سياڻي ڪو مري پوي، اکيون پوري ليٽي پيا. جيتوڻيڪ بک جي ڪري ڪين ننڊ ڪانه هئي. هو ۽ جوٽس، ڪنڌ نوايو ويٺا رهيا. جوٽس جو آواز ٻي اٿ سانت کان پوءِ اوچتو اڀريو، ”تون ڪو ٻيو ڪم ڇو نٿو ڪرين.“ ”ڪهڙو ڪم ڪريان، ڪهڙو ڪم مون لاءِ رهيو آهي. آئون ته ڪو ٻيو ڪم ڄاڻان به نٿو“. هن جي آواز ۾ مايوسيون هيون. ”تون ڪيستائين اهو ڪم پيو ڪندين. اڄ ڪو مرندو سياڻي ڪونه به مرندو. هاڻ ته ان ۾ اٽي جيئان موت به مهانگو ٿي ويو آهي. مئا ڊاڪٽر پيدا ٿي پيا آهن، ڪنهن کي مرڻ ئي ڪڏهن ٿا ڏين“.

”بختاور! انسان جي نصيب ۾ جڏهن موت ايندو آهي تڏهن ئي هو مرندو آهي. جڏهن به ڪو مرندو، پنهنجي وقت تي مرندو — تڏهن تنهنجي

گهر ۾ به ماني پچندي". هو جوڻس کي سمجهائڻ لڳو، جيتوڻيڪ سندس اندر واريءَ جي گهرن جيان پرندو ٿي ويو.

"مون ته بادشاهه پير جي منائي مڃي آهي ته جڏهن ڪو مرندو تڏهن ورهائينديس. هن ڏينهن ڪان منهنجا ٻار بکيا آهن. آخر ڪيسين تائين بکون پيا مرندا" اهو چوندي هن جون اکيون پرجي آيون. هو پنهنجي ڦاٽل پوتيءَ جي پلاند سان اکيون اُگهڻ لڳي. جوڻس کي روئندو ڏسي هن لالٽين اجهائي ڇڏي ته جيئن جوڻس سندس لڙڪ ڏسي نه وٺي جيڪي سندس ڏاڙهيءَ کي پسائي رهيا هئا. هن نٿي چاهيو ته جوڻس هن کي روئندو ڏسي. لالٽين وسائي هو آڏيءَ تائين روئندو رهيو. ان خيال ڪان ته هن ڏينهن ڪان هن جا ٻار بکيا آهن. هن جون ڪليل اکيون در تي ڪنهن سڏ جو اوسيئڙو ڪنديون رهيون پر سڄي رات هن کي ڪو به سڏ ڪونه ٿيو. رڳو ٻاهر گهٽي ۾ ڪتا ڀونڪندا رهيا. هن کي خبر هئي ته جوڻس به سڄي رات روئندي رهي آهي. جوڻس کي به ڪل هئي ته هو ساري رات لڙڪ هاريندو رهيو آهي. سڄي رات ۾ ڪيترا ڀيرا جوڻس جي لڙڪن سندس ٻانهن پسائي ۽ سندس لڙڪن جوڻس جو چهرو پسايو پر هو ٻئي لڪائيندا رهيا.

ٻي ڏينهن، ٻاڪ ڦٽڻ ڪان اڳ ۾ ئي هو ڪوڏر ڪلهي تي رکي قبرستان هليو ويو. سڄي واٽ هن جي ڪنن کي روئڻ جا آواز ٻڌڻ جو اوسيئڙو رهيو پر ڇوڏاري زندگي پنهنجا خوبصورت پر پکيڙيو ٻيٺي هئي. هن من ئي من ۾ سوچيو ته جيڪر اڄ به ڪو جنازو ڪونه آيو ته هو چوري ڪندو، ڏاڙو هڻندو پر خالي هٿن نه موٽندو. قبرستان ۾ به سڄو ڏينهن سندس اکيون جنازن جو اوسيئڙو ڪنديون رهيون. ماڻهو ايندا رهيا. تربتن تي ڦُل پڙهي هليا ٿي ويا. ڪي گل رکيو ٿي هليا ويا. ڪي آيا تربتن تي مٿو رکي، سڏڪي سڏڪي هليا ويا. هو روز اهو سڀ ڪجهه ڏسندو هو. ان ۾ هن لاءِ ڪا به نواڻ ڪانه هئي ۽ نه ئي هن لاءِ ۽ هن جي ٻارن لاءِ زندگيءَ جو ڪو نور هو.

ڏينهن گذرندو رهيو ۽ پوءِ گذريل ڏينهن وانگر اڄوڪو سڄ به

چپ چاپ ٻڌي ويو (خبر ناهي سپاٽي اپرندو ٻہ يا نہ، هن سوچيو).
هڪڙي وسريل ساروڻي هانو تي تري آيس تہ هڪ وار هڪ
نوجوان، هتي، ڪنهن تربت آڏو ٻيهي چيو هو ”اي موت! ڪاش تو
کي موت اچي“. تڏهن موت لاءِ اها پٽ ٻڌي هن جا لڱ ڪانڊارجي ويا
هئا. ۽ اڄ هر هر سندس ڪنن ۾ اهي لفظ پڙاڏو بڻجي ٿي گونجيا.
هاڻ ائين ٿي محسوس ٿيس ڄڻ سچ پچ موت کي ڪو موت
اچي ويو آهي. رات جي پکڙجندڙ اونداهيءَ ۾ هو پنهنجن ئي سوچن کان
گهبرائجي ويو. هن جي ٻارن جي ٻڪ کي اڄ ٽيون ڏينهن هو. ان خيال
سان ئي کيس پنهنجو من وسامندو محسوس ٿيو. هو ڪيئن هنن جي
سامهون ويندو. ڪيئن هنن جون اُداس اکيون ڏسي سگهندو. ڪيئن
هنن جي سوالن جا جواب ڏيندو. ڪيئن جوٽس جي چهري تي پکڙيل
پيڙا ڏسندو. هن جا لڱ ئي ڪانڊارجي ويا. هو اندر ئي اندر پرندو
رهيو، وسامندو رهيو. رات جا ٻارهن اچي ٿيا هئا. هو قبرستان ۾
ئي ويٺو رهيو پر ڪو ٻہ نہ آيو. هڪ پيرو وري هو، ٿڙندو ٿاٻڙجندو
ڪوڏر ڪلهن تي رکي، سندس گهر ڏانهن ويندڙ رستي تي هلڻ لڳو. واٽ
تي هو من ئي من ۾ سوچيندو رهيو تہ سپاٽي هو ڀيو ڪو ڪم هٿ
ڄندو. سپاٽي کان هو مزور نہ سهي چور بڻجي ويندو. ٻي ڏينهن جي
لاءِ هو انيڪ رٿائون رٿيندو رهيو- ٽوڙيندو رهيو- اندر ئي اندر اجڙندو
۽ جڙندو رهيو. زندگي هن لاءِ ڪائنات جو سڀ کان وڏو هاڃو بنجي
وئي هئي. هو من ئي من ۾ ان هاڃي تي ماتم ڪندو پئي ويو. گهٽين
۾ رات جي گهور اونداهي پکڙيل هئي. هن جي اندر ٻاهر اونداهيون
هيون. نور جو ڪو هڪڙو ترورو- ڪا هڪڙي چٽنگ- دور، هن کان
گهڻو دور، هڪڙو پاڇولو وجي رهيو هو. بجليءَ جي شاڪ وانگر هڪڙو
خيال هن جي ذهن جي سنسان ايوانن ۾ واسو ڪري ويو. جيڪر هو
ڪوڏر جي هڪڙي ئي ڏڪ سان هن پاڇولي کي ختم ڪري ڇڏي- ان
کان پوءِ جي سوچ ڪيڏي خوبصورت هئي. هن پنهنجن خيالن ۾
جوٽس کي چلهہ تي ماني پچائيندي ڏٺو ۽ هوءَ مرڪي ٻہ رهي هئي.

هن جا ننڍي پٽ ماءُ جي پير ۾ ماني کائي رهيا هئا. ۽ هڪٻئي سان شرارتون بہ ڪري رهيا هئا. هو مرڪي پيو- پر هن پاڇولي کي ختم ڪرڻ جو تصور ڪيڏو نہ ڀوائتو هو. هن تہ ڪڏهن چوري بہ ڪانہ ڪئي هئي، خون ڪيئن ٿي ڪري سگهيو. ٻي لحي هن جي ڪنن ۾ سندس ٻارن جون صدائون پڙلاءُ بڻجي گونجڻ لڳون. هن جون وکون تکيون ٿي ويون، گهٽيءَ ۾ گهور اونداهي هئي. ان اونداهيءَ ۾ هو تکيون وکون کڻي پاڇولي جي پويان هلڻ لڳو. هن جو ساهہ ٻرجي آيو ۽ هن جو من طوفان ۾ ڦاٿل ڪک سمان ڏکي رهيو هو. هن جا هٿ ڪوڏر جي ڳن ۾ ائين ڪپي ويا، ڄڻ ڪڏهن بہ ڌار نہ ٿي سگهندا.

۽ پوءِ هو پاڇولي جي ويجهو اچي پهتو. هن اکيون پوري ڇڏيون ۽ ڪوڏر کڻي هٽي ڪڍيائين. هڪڙي دانهن چوڌاري پڙلاءُ بڻجي گونجي ۽ ٻڏي وئي (جڻ ڪجهہ بہ نہ ٿيو) اها دانهن شايد ڪنهن ٻار جي هئي پر هن ۾ سگهہ ئي ڪانہ هئي نمي ڏسڻ جي. بس پل اپل لاءِ هن جي اکين آڏو پنهنجن ٻارن جا چهرا ڦري ويا. سڄو بت پگهر ۾ شمہ ٿي ويو هئس. هو ابتن پيرن قبرستان ڏانهن ڊوڙڻ لڳو. هن جون ٽنگون ڏکي رهيون هيون، ائين ٿي ڀانيائين جڻ مي پل هن جي زندگيءَ جو آخري پل هجي. پهريون ڀيرو هن کي موت کان ڊپ ٿيڻ لڳو. موت جيڪو ڪنهن بدروح سمان پنهنجا ڪارا وار پکيڙي پنهنجا ميرا ڏند ڪڍي ٽهڪ ڏيندو هن جي پويان پويان ڊوڙي رهيو هو. هن جي رڳن ۾ ڊوڙندڙ رت ڄڻ برف وانگر ڄمندو ٿي ويو. ساهہ جي تند- اجها ڪي اجها ٽٽي- هو قبرستان جي گيٽ وٽ پهتو. تڏهن هن ڪنڌ ورائي پويان نهاريو، پويان ڪجهہ بہ نہ هو. سنسان گهٽيون، ستل انسان، رات جي گهور اونداهي ۽ هو هيڪلو. هن قبرستان جي نل تي رت هاڻي ڪوڏر کي ڌوئي صاف ڪيو ۽ نم جي وڻ هيٺ اکيون پوري ويهي رهيو. هن جي اندر ۾ طوفان متل هو پر هو سوچي رهيو هو بند اکين جي اندر تہ صبح جو ماڻهو هن ٻار جو جنازو کڻي ايندا. هن کي قبر کوٽڻ جا ٽيهہ رپيا ملندا ۽ سمورو هفتو ڪيڏو ٺائيڪو لنگهي ويندو.

هن جا ٻار ڪيڏا نہ خوش ٿيندا ۽ هو بہ ڪيڏي ماڻ سان اوچو ڳاٽ ڪري اندر گهڙندو. هن جي زال بہ بادشاهہ پير جي مڃائي ورهائيندي. هو پنهنجو ڏوهہ ڪنهن کي بہ ڪونہ ٻڌائيندو. پنهنجي زال کي بہ نہ، جنهن ڪان هو ڪابہ ڳالهہ نہ لڪائيندو هو. ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ پوندي.

پر انهن سمورين سوچن تي پوَ جون پاونائون ڳريون هيون، جي هو پڪڙجي پيو تہ هن کي جنم ٽيپ تہ ضرور ايندي پوءِ هن جا ٻار ۽ زال بکون مرندا، هو هنن لاءِ جيل ۾ روئندو رهندو.

رات لنگهي وئي باک ڦٽي- نئون سج هن لاءِ اميدن جو نور پکيڙي ايريو. هن جون اکيون گيٽ جي هن پار نظر ايندڙ روڊ تي اٽڪيل هيون، جتان اهو جنازو اچڻو هو. ٻن پهرن ڏاري ماڻهو ڪلهن تي جنازو کڻي گيٽ اندر گهڙيا. سچ پچ ڪنهن ٻار جو ئي جنازو هو پر ڪنهن جي اکين ۾ لڙڪ نہ هو. ڪنهن جي بہ چهري تي پيڙائن جو هجوم نہ هو. ڏک، جيڪو ڪنهن پياري جي وڇوڙي تي چهري تي واسو ڪري وڃي، اهو ڏک ڪنهن بہ چهري تي نہ هو. هو سڀ ائين آيا هئا چڻ ڪو اهڙو فرض پورو ڪرڻ آيا هجن، جنهن ۾ هنن کي ڪابہ دلچسپي نہ هجي. هن بہ ڪوڏر ڪنئي ۽ قبر کوٽڻ لڳو. سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا. من ۾ واسو ڪيل پوُ جا پاوَ تہ ڪو سجاڻي نہ وئي. متان ٻار جو جنازو اتي ويهي رهي ۽ چئي ڏي تہ اجهو- هي آهي منهنجو خوني. پر ائين نہ ٿيو. هو قبر کوٽيندو رهيو تيستائين هنن سيني جنازي نماز پڙهي ۽ قبر جو انتظار ڪرڻ لڳا. هن محسوس ڪيو تہ هو ڪجهہ پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا. هن ڪن ڏنا پر آواز چڻ پريان ڪان اچي رهيا هئا. هو شايد چئي رهيا هئا تہ "نجاڻ ڪهڙي اياڳن مائٽن جو ٻار آهي- ڪنهن جي هن ٻارڙي سان دشمني ٿي سگهي ٿي- ڪير ظالم هو جنهن کي ڪن پل لاءِ بہ مٿس ڪهل نہ آئي. مائٽ ويچاري ڪي ڳوليندا هوندا-- الائي ڪير آهي ڪٿان جو آهي. هيڏي پڇا ڪان پوءِ بہ ويچاري جا مائٽ نہ لڌا." پر هو انهن سيني ڳالهين ڪان اڻڄاڻ قبر- کوٽيندو رهيو. قبر کوٽجي تيار ٿي تہ ماڻهن ٻانهن تي، اچي ڪفن ۾ ويڙهيل جنازو ڪنيو. هن تڏهن ڏٺو تہ ڪفن تي رت جا داغ هئا. الاءِ

چو هن جون اکيون آليون ٿي ويون. جڏهن هو هار کي قبر ۾ رکڻ لڳا تڏهن دل چيس هار جو مک ڏسڻ لاءِ. ماڻهن جي ڪلهن تان نمي هيٺ ڏسڻ لڳو- ۽- پوءِ هو چڻ اونداهين ۾ ٻڏندو ويو. هن جي رت جي هر بوند ۾ اونداهيون ئي اونداهيون سمائجي ويون. موت جو زهر جهڙو ڪَڙو ڪسارو ذائقو هن جي ٽڙيءَ ۾ چيڀڻ لڳو.

گهر ويندي، واٽ تي هو ڪيترا پيرا ٽريفڪ هيٺ ايندي بچيو. مٺ ۾ هئس ڏهن جا ٽي نوان نڪور ساوا نوٽ. پر هيو هٿ اڄ ڪوڏر کان خالي هئس. پر پوءِ به هو پنهنجو وجود بي حد ڀاري محسوس ڪري رهيو هو. جڏهن هو پنهنجي گهر واري گهٽيءَ ۾ گهڙيو ته جوٽس کي در جي چائونٺ تي پنهنجي اوسيئڙي ۾ ويٺل ڏٺائين. هن جي اکين ۾ لڙڪ جهلمل ڪري رهيا هئا. هن کي ايندو ڏسي هو اٿي بيهي رهي پر هو ائين ئي ٿڙندو ٿاٻڙندو گهر اندر هليو آيو. هوءَ سندس پويان ڊري گهٽ ڊوڙندي آئي ۽ هن جي اڳيان اچي سڏڪي پئي. "منو رات کان تنهنجي پويان نڪتل آهي، مون ته گهڻو جهليومانس پر هن مڃيوئي نه چوڻ لڳو ڏسان ته بابا کي پئسا مليا آهن يا نه- تو وٽ پهتو ڪي نه؟"

هو چپ موت وانگر.

"تون- تون- ڳالهائين ڇو نٿو- ڳالهائين ڇو نٿو؟"

"——"

"-تون روئين ڇو پيو- ڇو پيو روئين؟"

"تون ٻڌائين ڇو نٿو؟" جوٽس پاڳلن وانگر رڙيون ڪرڻ لڳي. هئي هار اچرج وچان ماءُ پيءُ کي ڏسي رهيا هئا ۽ هو- اهڙي ڏوهاري وانگر ڪنڌ نوايو بيٺو هو جنهن ۾ ڏوهه مڃڻ جي سگهه نه هجي.

"منهنجو منو ڪٿي آهي؟" جوٽس دانهن ڪئي.

ڪو به جواب ڏيڻ بدران هن پنهنجي مٺ مان ٽيهه روپيا ڪڍي جوٽس جي پڪڙيل هٿ تي رکي ڇڏيا ۽ پنهنجي نندي پٽ کي ڇاتيءَ سان لڳائي ٻارن وانگر سڏڪي پيو.

# پن ڇڻ جي رُت ۾

سانجهيءَ ٽاڻي اولهه ۾ ٻڏندڙ سج- تنهي هٽڻ کان اڳ چيو- ڪو آهي!!- جو منهنجي جڳهه والاري-!! هڪڙي ننڍڙي ڏيئي ڪنڌ مٿي ڪٿي چيو- آئون ڪوشش ڪندس. (ٽيگور)

۽ گهور اونداهين ۾ (جڏهن اولهه جي پلاند ۾ سج ٻڏي چڪو هوندو آهي ۽ اُونداهي وار کولي پرٿويءَ جي سيني تي رقص ڪندي آهي) اچانڪ منهنجو من پڪاريندو آهي- آئون ئي آهيان اُهو ڏيئو- سج- آئون ڪوشش ڪندس سج جي جڳهه والارڻ لاءِ- ۽- سج اُلهي ويندو آهي- پوءِ جي ڏکڻ- اڪٽ ڪنارن جي هُن پر.

پر- ائين پائيندو آهيان، ڇڻ ڪٿي بہ روشني ڪانهي- روشنيون سيئي پاٽيءَ جي ڪا تڪي لهر اُجهائي وئي آهي.

اهڙي ڪا تڪي لهر اسانجي مٿان ڪان بہ لنگهي آهي شايد- جو اسين سڀ اُجهاٽا پيا آهيون من ئي من ۾.

جيل جي اوچين ديوارن ۾ قيد زندگيءَ جا پل- جيل ڪان ٻاهر ڇا آزاد هوندا آهن!!؟- سينٽرل جيل جي ديوارن ۾ ڀٽڪندي منهنجو من زندگيءَ جو سمورو فلسفو سوچيندو آهي. هڪ لڳان تو چيو هو- "تو ڪي پلا ڪهڙي سُڌ تہ ماڻهو تہ جيل ڪان ٻاهر بہ پير ڪڙيون پائي هلندا آهن يا هلايا ويندا آهن. ڇڻ- ڇڻ جو ڇڻڪو آهي، جنهن جو پڙلاءُ تو ڪنن ۾ ٻُري. آزادي تہ آتما جي ٿيندي آهي پر حسين!- منهنجي آتما تہ توساڻ سينٽرل جيل جي سي ڪلاس جي تاريڪ ڪوليءَ ۾ ٿي قيد بامشقت پوڳي.

پل- لنگهي ويندا آهن- پوءِ ڇا آهي جو پاٽيءَ جي بوند جيان

پنبڻن ۾ اٽڪيو پيو هوندو آهي- (ٽڙڪ!!!؟).

هر ساروڻي پنهنجي اندر ۾ انت سمنڊ آهي- ۽ ڪنهن به ساروڻيءَ جو ڪوبه سرو ڪونهي ڪو.

گناهگارن جي قطار آهي صليبن جي سامهون.

تون ۽ آئون.

پنهنجي واري جي اوسيئڙي ۾ جڳن کنان بيٺا آهيون.

سياري جا بي حد سرد ڏينهن هئا اُهي. سگري ۾ ٻرندڙ اڱارن تي هٿ سيڪيندي تو ڪي چيو هئم، بي حد اُداس من سان- سونا!- هي موجود پريم پل ڇا ڪنهن دکدائڪ وڇوڙي جي ابتدا آهي- ڪير ڄاڻي ته ڪيتريون وکون اسين هلي سگهنداسون، ساڻ-ساڻ-!!؟؟.

موٽ ۾ تو دريءَ کان ٻاهر جهومندڙ اوچن وڻن ۾ اکيون کپائي ڇڏيون هيون. چيو هيئي، وڇوڙي جي دکدائڪ سفر ۾ (تون نه هوندين جيڪڏهن مون ساڻ) ته آئون تنهنجن پيرن جا نشان ڪڍي هلندس. حسين!- ماڻهو ته بس ساروڻن جي آسانگي تي جيئندو آهي نه ته من ۾ سانڍي رکڻ لاءِ هن پريءَ پونءِ تي ٻيو آهي ئي ڇا.

۽ - هاڻ بي انت تنهائين ۾ گهيرجي سوچيندو آهيان- تو سچ چيو هو سونا- زندگي جو فلسفو ته بس پويان رهجي ويل پيرن جي نشانن ۾ ئي آهي.

پيرن جا اهي نشان (اکيون پوريان ته) دل ڏرتيءَ جي چوڏشائن ۾ ڦهليل نظر ايندا اٿم.

سوچيندو آهيان- آئون جو سالن کان سي ڪلاس جي تاريڪ ڪوٺيءَ ۾ قيد بامشقت ڀوڳيان ٿو (ڄڻ- قبر ۾ مئو پيو آهيان ۽ منهنجو ماس پگهرجي ڇڪو ۽ منهنجا هڏ ڏرتيءَ جا ڪيڙا هوريان- هوريان ٽڪي رهيا آهن)- ڇا آئون زنده آهيان- جيل جي اوچين ديوارن کان ٻاهر ڦهليل چوڏشائن ۾ زندگيءَ جا هنگاما- ڇا ڪوبه حق ناهي منهنجو انهن تي-!!

ڏکيا- سنسان رستا، نيڻ نهار تائين ڦهليل ۽ ڪنارن تي بيٺل اڪيلا

وڻ- ۽ روڊ جي ويڪري ڇاتيءَ تي رهجي ويل اسانجن پيرن جا نشان ۽ وڻن جي ٿڙن تي رهجي ويل اسانجين گرم آڱرين جو نرمل- ڪومل ڇهاءُ- ائين ئي روڊ جي ڪنارن تي اسان هلندا رهيا هئاسون- پيرن هيٺ پيلا پن چيڀاٽجندا رهيا هئا.

هڪ اُونداهين رات آئون وڃندڙ سيٽين پويان ڊوڙندڙ پوليس جي ڀاري بوٽن جي شور ۾ پڇي نڪتو هئس جيل مان. جيل جي گيٽ تي زندگي مون لاءِ ٻانهون ڦهلايو بيٺي هئي. اُونداهي ۾ ٻڏل پوڻءَ جي ڪنارن تان روشنيءَ جي اڻ ڇٽي ليڪ اُڀري آئي هئي.

آئون شهر جي گلين ۾، رستن تي، ديوارن جي پاڇولن ۾ ڪيئي ڪلاڪ لڪندو رهيو هئس. باک ڦٽيءَ جي پهرئين پل- ڪنهن گهر جي سرخ ديوار جي پاڇولي ۾ بيهي مون سوچيو هو- سونا!!- مون ڇيو هو نه ته مون ۾ بي پناهه شڪتي آهي تو تائين رسڻ جي- آئون پير ڪڙين سوڏو صدين تائين زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ ڊوڙي سگهان ٿو.

سي ڪلاس جي تاريڪ ڪوليءَ ۾ آئون زنده رهان ها سونا، جيڪر ٻاهر جي دنيا ناس ٿي وڃي ها. ٻاهر جي دنيا جا سپيئي رنگ منهنجي ڪوليءَ جي ڳڙڪيءَ مان ليئو پائي سرگوشين ۾ چوندا هئا- اچ- هڪ ٻي جي مضبوط ٻانهن ۾ رقص ڪريون- ۽- آئون زندگيءَ جي ٻانهن ۾ رقص ڪرڻ لاءِ جيل جي بند لوهي دروازن مان پير ڪڙيون ڇني پڇي نڪتو آهيان.

نماشام جي اُجهامندڙ لمحن ۾.

پنهنجي گهر جو بند دروازو کڙڪايو هئم. زندگيءَ ۾ ڪو پل اهڙو به ايندو آهي- جڏهن اسين پنهنجي ئي گهر جي بند دروازي جي چائونٺ تي ڪنهن اوپري ماڻهوءَ جيان بيٺا هوندا آهيون. بند دروازي جي چائونٺ تي وچڙيل دليون ڌڙڪنديون آهن ۽- منهنجو من ڌڙڪندو رهيو هو- بند دروازي جي چائونٺ تي.

ڪائنات جو سڀ ڪان دکدائڪ الميو آهي اهو. آئون ڌڙڪندڙ من سان بند دروازي تان موٽي آيو هئس. آئون چپ چاپ ڪنهن هارايل

جواريءَ سمان وٺن هيٺان هلندو رهيو هئس ۽ چٽيل پيلا پن منهنجن پيرن هيٺ ايندا رهيا هئا.

مون سوچيو هو- آئون زندگيءَ جي سيني ۾ بيهي آزاديءَ جا چپ چمندس پر- زندگيءَ جا چپ ڪومائجي ويا آهن.

ڏامر جي ڏکي ڪاري روڊ جي ڪناري تي- ڪٿي تنهنجو گهر به آهي- انهيءَ شهر جي هڪ گهٽيءَ ۾ منهنجو گهر به آهي.

هر گهر جو دروازو بند آهي.

۽ آئون- ڇڻ- مسلسل پٽڪان پيو انهن بند دروازن اڳيان.

امان چوندي هئم- ڪملا!- تو کي ڪهڙي سڌ ته ماءُ ڪيترا خواب ڏسندي آهي پٽ لاءِ. تون ته جيڪر ڪنهن هڪ خواب جو به حساب نه چڪائي سگهين. سوچيندو آهيان- ماڻهو پنهنجا خواب من ۾ ته سانڍي رکي سگهي ٿو پر جي خوابن جو ليکو ويهي ڪري- ته ڇا ماڻهوءَ جو اندر ناس نه ٿي ويندو!!!. پر- امي اها ڳالهه ڪڏهن سمجهي ئي نه سگهي. امي چوندي هئي ته بس اهو- لوڪ سڀي جا پٽ ته ڏس- ڪيڏا وڏا آفيسر بڻجي ويا آهن- بس هڪڙو تون ئي آهين، جنهن کان ڪجهه به نٿو ٿئي- ڇو ٿو حڪومت جي دشمني ڪٽين- ڇو ٿو جلسا جلوس ڪڍين جو پوليس پل لاءِ به نٿي جيئڻ ڏي تو کي ۽ اسان کي- ڇو نٿو حڪومت کان معافي وٺين- ڪيسين تائين اسين بک مرنداسون ۽ پيڻ تنهنجي ڪنواري ويٺي هوندي.

آئون چپ چاپ ڪٽ تي اکيون پوريون پيو هوندو هئس. سوچيندو هئس- ۽- منهنجن خوابن جي ڪٽ ڪير لڳائيندو-!! اهو سچ جيڪو آئون ڌرتيءَ جي ڪنارن تان اڀرندو ٿو ڏسان- ڇا انهيءَ کي ياڪر پائڻ لاءِ آئون بانهون به نه پکيڙيان!!- امان- نجاڻ ڇا سوچي منهنجو نالو حسين رکيو هو. پر- منهنجي اندر ۾ هر پل ڪا جوالا ٿي دکي اڄ به. منهنجو من سنڌ جي بيرانن کان- ڪربلا جي بند دروازن تائين پيو پٽڪندو آهي اڄ به. ڇا اها سچ جي پلصراط آهي.

امان روئي پوندي هئي- ۽- آئون پنائي جو هڪ بيت هو جو سندس

هر لڙڪ ۽ هر سڏڪي جي موٽ ۾ ڪيس ٻڌائيندو هئس. هوءَ ڪن لاءِ اکيون پوري ڇڏيندي هئي. (سنورهه مرين سوپ ڪي- تہ دل جا وهم وسار- هڻ ڀالا وڙهہ ڀاڪرين- آڏي ڍال مَ ڍار- مٿان تيغ ترار- مار تہ متارو ٿين-).

امان ڪي تہ سمجهائي ٻہ نہ سگهيو هئس- تہ وقت ڪنهن ڀيانڪ ديوَ جيان اسان جي مٿان اڏول ٿيو بيٺو آهي ۽ ڌرتي ڪنهن وڇڙيل محبوبا جيان اسانجن پيرن ڪي ڇهڻي پئي آهي ۽ خواب اسانجي اندر جو سفر آهن- ۽ منهنجو من انهيءَ وڇڙيل محبوبا جي سيني ۾ ڌڙڪي ٿو- ۽- مون ڪي سڀ کان پهرين انهيءَ موتيءَ جهڙي من جو ڀرم رکڻو آهي.

جنهن رات ڪنهن جلسي يا جلوس مان موٽندو هئس- امان مون سان نہ ڳالهائيندي هئي. ڀيڻ جي اکين ۾ جڳن جا رُساما ڀرجي ايندا هئا ۽ آئون سڄي رات جاڳي گذاريندو هئس. صبح جو پوليس در کڙڪائيندي هئي.

آئون چپ چاپ هليو ويندو هئس.

ڀلا- آخر انهيءَ سموري ويڙهہ جو سلو ڇا آهي!!!- بظاهر زندگيءَ جا هنگاما جاري رهندا آهن. لوڪ ڪي سُڌ ئي نہ پوندي آهي تہ ڀونءِ جي انهيءَ ساڳي ڇاتيءَ تي سچ جي ڇتي ويڙهہ ڇڙيل آهي ۽ انهيءَ ويڙهہ ۾ چپ چاپ، ٻنا ڪنهن هٿيار ۽ فوج جي وڙهڻ وارا، مارجي ويندا آهن، ڪنهن مختصر پل ۾. ڪو سونو ڀلو نہ ملندو آهي اُنهن جي ڀوين ڪي ۽ ڪٽي اچڻ وارن ڪي ڪو گلن جا هار پارائڻ وارو نہ هوندو آهي.

انهيءَ ڇتيءَ ويڙهہ ۾- آئون زمانن کان وڙهان پيو- پر ڇا منهنجي هر پل جو عذاب- منهنجن ڀوين لاءِ سونو ڀلو نہ هوندو!!؟

ٻن ڏينهن جي زندگي.

ٻن ڏينهن جو ميڙو آهي- ۽- مون ڪي انهيءَ متل ميڙي مان اُٿاري تاريڪ کوليءَ ۾ ڀوريو ويو آهي. شايد تاريخ ۾ نہ لکجي.پر اهو ڪائنات جو سڀ کان وڏو الميو آهي.

منهنجي ڪوليءَ جي آس پاس انيڪ ڪوليون آهن. زندگيءَ کان ڪٽيل جيئرن- جاڳندن انسانن جو انبوه آهي. سالن جو قيد- جنم قيد ۽ ڦاسيءَ جو پيانڪ اوسيئڙو آهي- پر واري ڪوليءَ ۾ نجاڻ ڪهڙو ڏوهي آهي جو ڦاسيءَ جو ايذائيندڙ اوسيئڙو ٿو ڪري. اُونداهيون ڦهلبيون آهن تہ سيئي قيدي ٻانهن ۾ مُک لڪائي سمهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندا آهن (-جيتوڻيڪ اندر ۾ اوجاڳا هوندا آهن)- تڏهن اُهو ڦاسيءَ جو قيدي اوچن سُرن ۾ ڳائيندو آهي- دک جا گيت- پيڙا جو پڙلاءُ هوندو آهي جو تاريڪ ڪولين ۾ رقص ڪندو آهي. هن جو جسم ڦاسيءَ جي تختي تي ختم ٿي ويندو. هن جو آواز سندس خالي ڪوليءَ ۾ رهجي ويندو. ڳائيندي ڳائيندي هن جو آواز سڏڪن ۽ اوڇنگارن ۾ لڙهي ويندو آهي. سڏ ڪري پڇندا آهيونس- ڪيئن آهين ياٿوا؟ ڪن لاءِ چپ ٿي ويندو آهي. ڪن ڪان پوءِ بيت ڏيندو آهي انيڪ سڏڪن جي وچ ۾- لڳي لڳي واءُ- ويا انگڙا لنجي- پيئي ڪٽي پساهہ- پسڻ ڪارڻ پريئڻ جي- ۽ پوءِ سندس آواز ٻيهر سڏڪن ۾ گهٽجي ويندو آهي- ۽ آئون بي حد اُداس من سان- اڪيون پوري، من ئي من ۾ پيو پڙڪندو آهيان، پيئي ڪٽي پساهہ- پسڻ ڪارڻ پريئڻ جي- پئي- ڪٽي- پساهہ- پسڻ ڪارڻ پريئڻ جي- پئي- ڪٽي- پساهہ- پسڻ- ڪارڻ- پريئڻ جي.

تنهن پل تون مون ڪي شدت سان ياد ايندي آهين سونا- تو ڪي پسڻ لاءِ- وڇڙيل محبوبا جهڙي ڌرتيءَ جي پيشانيءَ تي اُڀرندڙ نئون صبح پسڻ لاءِ- سپنن جي ساڀيان پسڻ لاءِ- آئون بہ هوريان- هوريان پساهہ ڪٽان ٿو.

دردَ جي انهن ئي دکي ڪندڙ احساسن کان گهبرائجي آئون رات جي گهور اُونداهين ۾ جيل مان ڀڄو هئس.

منهنجي گهر جي دروازي تي قلف چڙهيل هو. آئون بند دروازي تان موٽي آيو هئس:

اُنهيءَ شام ٻاهر برسات ٿي پئي- مون فون تي تو ڪي چيو هو-

آئون جيل مان ڀڄي آيو آهيان سونا- زندگيءَ جا ڏرتيءَ جا ۽ تنهنجا چپ چمڻ لاءِ- برسات جي ٿڌل رت ۾ هوٽل جي اُونداهين ڪنڊ ۾- ڪن لاءِ تو مون کي سڃاتو ئي نہ هو.

ڪيڏو بدلجي ويو آهين-!!

مغرور قيدي آهيان- پوليس منهنجي پويان آهي. ڌرتي ڪنهن وچڙيل محبوبا جيان منهنجن پيرن کي چهٽي پئي آهي- ۽- صرف هڪ ڀيرو- تنهنجا چپ تہ چمڻ چاهيان سونا!؟.

- تنهنجن اکين ۾ جيڪي بہ طوفان هئا انهي پل- منهنجو من اڄ بہ اُنهيءَ ۾ لڙهي ٿو. چيم- آئون زندگيءَ جي بند دروازي تي بيٺو آهيان- هڪ ڳالهہ ٻڌاءِ سونا- ڪيترين صديون منهنجو اوسيئڙو ڪنديئن؟؟- چئو سونا. تنهنجا هٿ پڪڙي ورتا هئم- تنهنجا هٿ برف جيان سرد هئا- تنهنجي ڪرائيءَ ۾ پيل سونيون چوڙيون جرڪنديون رهيون.

ڪيئي پل ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو هوسين. آئون ڳڙڪيءَ کان ٻاهر ڏسندو رهيس. روڊ برسات جي پاڻيءَ هيٺ ٻڏي چڪو هو. وڻن جا پيلا پن پاڻيءَ ۾ تري رهيا هئا. هوٽل کان ٻاهر پوليس جي ٽريل ٽرڪ بيٺي هئي.

سونا!!

چئو-

۽ آخري ڀيرو (۽ پهريون ڀيرو) تنهنجا چپ تہ چمڻ چاهيان. ٻاهر پوليس بيٺي آهي- اوسيئڙي جي ٻي انت سلسلي ۾ مون کي نہ وسارجان- آئون جيل جي ڪوليءَ ۾ تنهنجا سپنا ڏسندس- پر جي سونا- تون منهنجو اوسيئڙو ڪرڻ جو سوڳنڌ ڏئين- آئون هن پل بہ پوليس جي اکين کان گم ٿي سگهان ٿو.

تو- دريءَ کان ٻاهر بيٺل پوليس جي ٽرڪ ڏونهاٽيل اکين سان ڏٺي.

منهنجي آتما تنهنجو اوسيئڙو ڪندي حسين! منهنجو تن ڪنهن

ڀڻي جو ٿي چڪو آهي. پرجي آيل اکيون تو پوري ڇڏيون هيون- آئون چپ چاپ اُٿي آيو هئس.

سوچيو هئم.

سونا-!!- لمحن جي انهيءَ سفر ۾ اسان جا وجود پاڇولا آهن ڇڻ- اونداهين مان لنگهندا آهيون ته گم ٿي ويندا آهيون ڇڻ- پر- ڇا اندر جي روشنيءَ کي به اُجهائي ڇڏجي- اسين ته هلندا آهيون اندر جي ميرانجهڙي روشنيءَ جي آسانگي تي- رت ۾ ست ڏيئي ٻاريو آهي اندر جي روشنيءَ جو اهو پتڪڙو ڏيئو.

سونا- زندگي اسان کي جنم ڏئي وساري چڪي آهي. اُنهيءَ کي هاڻ کهڙي سڏ ته اسين اُنهيءَ جي ڇاتيءَ تي اُگهاڙن پيرن پيڪون پيا. آئون اُنهيءَ بي وفا زندگيءَ جي پيرن ۾ زنجير ٿو وجهڻ چاهيان. سونا- آئون جيل جي اوچن ڪوٺن ۾ فنا ٿي ويندس- يا- ڦاسيءَ جيّ تختي تي منهنجو لاش لٽڪندو رهندو- پر هڪ پل جي آس تي آئون هن دکدائڪ لمحي ۾ به جيئان ٿو- ڪو اهڙو پل ايندو جڏهن زندگي منهنجا اُگهاڙا پير اچي چمندي.

روڊ تي برسات جو پاڻي بيٺو هو. وٽن تان ڇٽيل پيلا پن بيٺل پاڻيءَ ۾ تري رهيا هئا. برسات جون هلڪيون بوندون هوٽل جي شيشن تان ترڪنديون ٿي ويون. ٻاهر ماٺهو پتلونن جا پانچا مٿي ڪنيو بيٺل پاڻيءَ مان لنگهي رهيا هئا. هوٽل جي دروازي تي پوليس جي پريل ٽرڪ بيٺي هئي. بندوقن جا رخ هوٽل جي دروازي ڏانهن هئا ۽ وڻن جا عڪس پاڻيءَ ۾ ويا ٿي تهائين ڏکيا ٿيندا.

مون هيڪر وري، ڪنڌ ورائي ڏٺو هو تو ڏانهن. تون چپ چاپ ڪِڙڪيءَ کان ٻاهر دونهاٽيل اکين سان ڏسندي رهين هئين. تنهنجيءَ ڪرائيءَ ۾ انيڪ سونيون چوڙيون، نئين نڪور سج جيان جرڪنديون رهيون هيون.

آئون بي حد اُداس من سان ٻاهر نڪري آيو هئس. منهنجو چهرو برسات جي بوندن ۾ پيڇڻ لڳو هو ۽ بندوقن جو رخ مون ڏانهن ٿي

ويو هو.

- ترڪ پاڻيءَ مان پريل رستن تي ڊوڙندي رهي هئي.

- هوءَ چپ چاپ اُٿي آئي هئي ڪرسيءَ تان.

لان ۾ بيٺل وڻن تان پن ڇڻي رهيا هئا. گيٽ کان ورانڊي جي ڏاڪڻ تائين رکيل ڳاڙهين سرن تان هلندي ائين پانيو هئائين ڄڻ سندس پيرن جي آڱرين مان ساهه نڪرندو ٿو وڃي. بدن تي ويڙهيل آلي ساڙهيءَ ۾ سندس لڱ هوريان هوريان ڏڪندا رهيا. ٿڪل ذهن ۽ وجود سان هوءَ ورانڊي ۾ پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهي. ناري مان اڃا تائين پاڻي وهي رهيو هو. اندر فون جي رنگ مسلسل وڄندي رهي. اونداهي هوريان- هوريان پکڙجندي رهي. گيٽ وٽ ويٺل ٻليءَ حيرانيءَ منجهان اکيون مچڪائي هن کي ڏٺو- ۽- برسات جو بيٺل پاڻي پيئڻ لڳي.

هڪ ڀيرو- هن حسين کان پڇيو هو- اسان نہ هونداسين حسين!- تڏهن ڇا هوندو!!- ڇا سڀ ڪجهه ائين ئي هوندو، جيئن هاڻ آهي!!!- ماڻهوءَ جي وڃڻ سان هن ڪائنات ۾ ڪا تبديلي ڇو نہ ايندي آهي حسين!!.

هن لمحي هوءَ دل دريا جي ڪناري تنها- ويٺي هئي. اڃا جُڳ نہ لنگهيا هئا جُڳ نہ لنگهڻا هئا اڃا.

اُونداهي ٿهلبي رهي- هيڪر وري برسات پوڻ لڳي هئي- گيٽ تي ويٺل ٻلي ڏاڪڻ تي اچي ويٺي هئي- اکين ۾ آيل لڙڪن تي هن ساڙهيءَ جو پلانڊ رکي ڇڏيو هو ۽ ٻلي حيرانيءَ منجهان اکيون مچڪائي ڏسندي رهي هن کي- ٻاهر دنيا پنهنجن هنگامن سميت سجاڳ هئي.



# منهنجي زندگيءَ جو جنم ڏينهن

گذريل انيڪ راتين کان مان ستي ئي ڪين آهيان ۽ گذريل انهن انيڪ راتين ۾ بس هڪ ئي سپنو ڏٺو اٿم. ماڻهو ماڻهوءَ کي کهي رهيو آهي ۽ دنيا ۾ جيترا بہ ماڻهو آهن (مون کان سواءِ) انهن جي ڪلهن تي ڪنڌ ناهن ۽ سيني ۾ من نٿو ڌڙڪي. پٿرن جا ٽڪر سينن منجهہ دفن آهن جي ڌڙڪن ئي ڪين ٿا. هر ماڻهو جي من ۾ هڪڙي قبر آهي، جنهن منجهہ هر پل ماڻهو پنهنجي اندر جا احساس- ساروڻيون- دک ۽ سک دفنائيندو رهي ٿو ۽ تڏهن بہ قبر جو پيٽ ڀرجي ئي نٿو-

۽- هي جا حياتي جي پلصراط آهي.
سا- ڪير اُڪري پار پوندو!.
هر ماڻهو جا پير وڍيا پيا آهن.
۽- هر اک ۾ واري تي اُڏامي.
اي درد جي شهر جا واسيو!

اڪيون ڪوليو ۽ صبح ٿيڻ وارو آهي- اُٿو- اُ- ٿ- و- هڪ ٻي جا چپ چمو. سڄ ٿو اُڀري اوهان جي من اڱڻ تي. ڇو نٿا ڪنن منجهان آڱريون ڪڍو- ۽ ڪپيل جُنہ ڇو نٿا ترڙيءَ تي سجائي رکو- اکيون ڪوليو-

هائي-
ڪيڏي آهي
اونداهي —

جانان- جا- نا- ن- ج- ا- ن- ا- ن- جانان-

برهه جا ڪيس بدنام الا- الا-ٺينهنءَ رکايم نالا نرالا- برهه ڪيس
بدنام الا- الا
(سعيد ٽڪڙائي)

من اندر ۾ رهجي ويل ڪيتريون ڳالهيون آهن، جن کي ڪو به پڙلاءُ ڪونهي- چپن تي لڳل لپ اسٽڪ ۾ دفن- جڳن ڪنان.
۽ ڊائرين جا سيئي پنا- خالي- خالي
لمحا لنگهي ويندا، هوريان- هوريان
هر لمحي کي پنهنجو عذاب آهي.
گذريل انيڪ سالن کان مون ڊائري ڪانهي لکي. لکڻ لاءِ آهي ئي ڇا!!- ڪو راز، راز ئي نه رهيو- مون تي ڪنيل آگرين جي جلوس منجهان، اکهاڙن پيرن لنگهي اچڻ کان پوءِ- مون نه پاڻ کي ڪنهن هڪڙي لڙڪ جو به اڌيڪار ناهي ڏنو.
سنگسار جا سيئي پٿر
ميڙي سيڙي
سيرانديءَ رکيا اٿم
۽
هر پٿر رات جو سمهڻ سمي اچي من ۾ ڏڙڪندو اٿم- انيڪ ڳالهيون.
پٿر چوندا اٿم.
او- تون ڇو ٿي سڙين- ڪامين- لوڪ نه انڌو آهي (جو اسان کي توتي تو اُڇلي) ۽ انهن کي ڪانهي سُڌ نه تون انهن جي بند اکين ٻاهران چپ چپات بيٺل صبح آهين- او.

لوڪ کي معاف ڪرڻ وارن جو نانءُ عيسىٰ هوندو آهي- مريم هوندو آهي.

تون مريم آهين نه! (۽- منهنجو عيسىٰ جڳ اڳ صليب چڙهي چڪو) (مس مريم حسين- (جلاوطن))

منهنجي اندر جي اُداس عورت جو نانءُ آهي- م- ر- ي- م.

منهنجي ڊائرين جي خالي پنن ۾ رکيل پوپٽن جا پر ۽ تارين تان چٽيل- پيلا سُڪل پن هاڻي نه پُرندا ٿا وڃن. اڄ نه سپنا ورهائي ڪٽون. هر اُهو سپنو، دک جنهن جي پڇاڙي آهي اهو آهي ئي مون ڪاڻ ۽ هر اهو سپنو، جنهن جي پڇاڙي سک آهي، سو تو ڪاڻ ٿي سانڍي رکان. ۽ تون ٻانهن ورائي ياڪر پائين ئي ڪين ٿو. آئون جڳن کنان جاڳندي ٿي اچان ۽ رات آهي جا کٽي ئي ڪين ٿي. ڪيترا جيئرا لاش ڦان ٿيا پيا آهن، ڪنهن صبح جي آس من ۾ پالي ۽ صبح جي اُداس من ۾ جڳن جا رساما آهن. گهڙيءَ مان ليئو پائي صبح چوندو آهي- او- لوڪ نه اندو آهي- آئون ايندو به آهيان نه اکيون ناهي پٽيندو- لوڪ جي اکين ۾ نه واري ٿي اُڏامي ۽ آئون بند اکين جي ٻاهران لنگهي ويندو آهيان، چپ چپات- ۽- او- جانان!- اڄ هڪ ٻي جا چپ چمون (ڪائنات فنا آهي) ان ڪان اڳ جو قيامت اچي وڃي- هڪ ٻي جيءَ اکين ۾ ليئو پائي ڏسندا ئي رهون (اکيون آهن يا درد جو صحرا).

هڪ ئي بستري تي ڦان ٿيا پيل تون ۽ آئون لاش آهيون چڻ. ڪيترا دک تنهنجي اندر ٿا ڪامن ۽ ڪيترا اليا منهنجي اندر لوڪ دفنائي ويو آهي. تون ۽ آئون به الڳ الڳ قبرستان آهيون چڻ. (منهنجي اندر جي قبرستان جي ڪنهن به قبر تي سڃاڻپ جو ڪوئي نشان ڪونهي ۽

هر بي نانءُ تربت اندر آئون دفن آهيان). اندر ئي اندر مرندي ٿي وڃان. جيئڻ ٿي چاهيان پر ڪهڙو ڪارڻ آهي مون وٽ/ لوڪ وٽ جيئڻ جو؟ منهنجي تن تي ٿهلجندڙ تنهنجين آڱرين جو ڇهاءُ ۽ منهنجو اهو ئي آهي نئون جنم. ڪير ڄاڻي انهيءَ ڪان پوءِ موت جا ڪيترا سلسلا- ٿهليا پيا آهن!؟
جانان!-جا-

درد جي انهي اڪٿ سسلي ۾، هڪڙو سپنو- منهنجي ٻالڪپڻي جو. جنم- جنم ڪان سيني ۾ ڌڙڪندو- هڪڙو ننڍڙو گهروندو- (گهرن ۾ رهندي به ڪيترا ماڻهو بي گهر هوندا آهن- هن شهر جي ڪنهن به گليءَ ۾ منهنجو گهر ڪونهي ۽ هن شهر جي هر گليءَ ۾ پنڪي تو منهنجو من)- ماڻهو تہ فوٽ پاٿ تي بہ پيا هوندا آهن ۽ ماڻهو تہ جيل جي ڪولين ۾ بہ پيا پراڻي ڪپڙي جيان سڙندا آهن. اصل ۾ ڪنهن جو بہ گهر ڪونهي- ڪٿي بہ پناهگاهہ ڪانهي.
او- خدا
ڪٿي آهي
منهنجي پناهہ گاهہ.
۽ لوڪ پٿر ڪنيو تو منهنجي پويان اچي.
لوڪو!-
لو- .
ماڻهو، ماڻهوءَ ڪي ڪهي تو ۽ گهرن جا دروازا بند ڪري ڇڏيو.

الا ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سان مون پريئن پورائيءَ ۾ پال ڪيا.

۽- اڄوڪو سج بہ اُلهي چڪو آهي- تون ۽ آئون هڪ ٻيءَ جا

چپ نہ چمي سگهيا آهيون او- سپنا!

تون منهنجن نيڻن جي ڪنارن تي بيٺو آهين- آدجڳاد ڪان.

۽ مون پنهنجن نيڻن ۾ واري ڀري ڇڏي آهي- او- سپنا!- ٻاهر بادل ڀرجي آيا آهن- ۽ جڳ لنگهيا جو منهنجن سڪل ٿوٽ نيڻن منجھ برسات پئي ئي ڪانهي. روئڻ جو جڏهن ٻہ ڪو پل آيو ۽ آئون پنڊ پهڻ ٻڻجي ويس. لوڪ سمجهيو تہ ڪو اليو ٿيوئي ڪونهي ۽ ائين ڪيترا اليا آيا- چپ چاپ لنگهي ويا- ڪنهن کي ڪَل ئي ڪانہ پئي.

جانان!

۽- اسان جون سوچون صليب چڙهي چڪيون

زندگي هئي جا شهر بدر ٿي چڪي.

ديس جا سيئي خوبصورت دلين وارا شهزادا ۽ اداس شهزاديون پير ڪڙيون پارائي- چؤڪنيا ٻڌا ويا آهن.

۽ هاڻ ڪير رهيو آهي باقي- جو تولاءِ جيئندو.

شهر جي ڳلين ۾ رقص ڪندو ۽ تنهنجا چپ چمندو.

۽- لوڪ تہ سارو مئو پيو آهي.

گهڻا سال اڳ.

تارين تان ڇڻيل ڀيلا پن برسات جي بيٺل پاڻيءَ ۾ ترندا ٿي ويا. آڪاس تي ٿهليل بادلن جي هجوم هيٺ بيهي گيلري ۾ مون ڪمل جو آخري خط پڙهيو هو.

ڪمل لکيو هو- ۽ هدي! هي منهنجو آخري خط آهي تو ڏانهن (زندگيءَ جي نانءُ) جياپي جي سگھ پاڻ ۾ ڪٽي ڪندي، اوچتو انڪشاف ٿيندو آهي تہ موت اسان جو پيڇو ٿو ڪري. اهو کهڙو اليو آهي جو وصل جي لحن ۾ ٻہ انسان وڇوڙي جو عذاب سهندو آهي. جيئندا آهيون پر اندر ئي اندر پيا مرندا آهيون. ماڻهو ايڏي قرب مان جيئي ٿو. ايڏي سچائيءَ سان موت جو اوسيئڙو ڪري

ٿو. هنديءَ!- وقت منهنجن اچن وارن منجهان هوريان- هوريان بي آواز لنگهي ويندو. تڏهن بہ لڳندو اٿم تہ وقت کي پنهنجو آواز آهي. ڇڻ هوريان هوريان ڪنن ۾ سرباٽ ڪندو هجي. ڪمل- آئون وڃان پيو- وڃان پيو آئون تنهنجن اچن وارن منجهان لنگهندو ۽ آئون مٺيون پيڙي جهلڻ چاهيندي آهيانس. هوريان هوريان، ڪيئي پل لنگهڻ کان پوءِ مٺيون کوليندي آهيان تہ خالي هونديون آهن. تو ڪڏهن سوچيو هنديءَ! کهڙا کهڙا لمحا لنگهي ويا آهن، اسانجين بند مٺين منجهان. جن جون ريکائون ڪڏهن بہ مٽجي نہ سگهيون آهن هٿ تريءَ تان. لوڪ پاڳ جا ليکا چوندو آهي انهن کي. ائين هجي ها جيڪر تہ اسان بليڊ سان هٿ تريءَ جون ريکائون پنهنجي سپنن جي حساب سان ڏاهي نہ پيهر نائي سگهون ها. دک جون ريکائون ڏاهي ڇڏيون ها ۽ سب سون ريکائون رهڻ ڏيون ها- الميو اهو آهي تہ زندگيءَ اسان جي آهي پر اسان کي ان تي ڪو بہ اختيار ڪونهي ڪو. بس دک جي انهيءَ موڙ تي اچي ماڻهو نہ چاهيندي بہ آپگهات ڪندو آهي ۽ منهنجيءَ ٽيبل تي هن پل تنڊ جون گوريون رکيون آهن. ڪم از ڪم آپگهات ڪرڻ جو اڏيڪار تہ اسان کي هٿڻ گهرجي نہ- هنديءَ!- ٻاهر رات پر ڦهلايو بيٺي آهي. دريءَ تي رکيل مني پلانٽ جي ول- شيلف ۾ رکيل ڪتاب- ڀت تي ٽنگيل ڪتريءَ جو چٽر- ۽ ٽيبل تي رکيل منهنجي تصوير- سڀ ڪجهہ ائين ئي رکيو رهندو- ٽريجڊي اِها آهي تہ ماڻهو مري ويندو آهي- پر من جي استعمال جون بي جان شيون رهجي وينديون آهن جڳن تائين لاءِ- تنهنجي ڪمل- (٧٧-٦-٢)

ڪمل!-

هر ماڻهوءَ جي من ۾ هڪڙو ڪعبو هوندو آهي. ڪنهن جي ڪعبي تي طواف ڪرڻ وارن جي رش لڳندي آهي ۽ ڪنهن جو ڪعبو اٿهئي سنسان رهندو آهي. ۽- مون کي تہ بس اوسيئڙو ئي رهيو، ڪنهن عبادت گذار جو، جيڪو منهنجي ڪعبي کي جيسين تائين جيئي- طواف ڪندو رهي، من جي سمورين سچاين سان- ۽ هي آخري زمانو آهي

ڪمل!- ماڻهن جي دلين مان عبادتن جي سچي لڳن ختم ٿيندي ٿي وڃي ۽ هاڻ من اندر جا ڪعبا اڻهئي سنسان رهندا.

۽- درد آهي سو وڃي ٿو وڌندو.

برسات جي پنل رُت.

روڊ تي هلندڙ ٻه پاڇولا. د- و- ر- سانجهي ٻانگ جو پڙلاءُ. ٻنهي جا من اُداس آهن ۽ ٻنهي جي اکين ۾ واري تي اُڏامي. وڇوڙو آهي جو سندن پيڇو ٿو ڪري. عورت جي من منجهه جڳن جو عذاب آهي.

ڇا ٿي سوچين!؟.

سوچيان ٿي- ڇا وڇوڙي جي انهيءَ پل کي پوڳڻ لاءِ ڪئي هئي سين صدين جي پريت!!؟ پر- تون ڳالهائين ڇو ڪين ٿو پيلا- هان- ايڏو ماٺ ڇو آهين!!!

س- ا- ن- ت- تهائين وڃي ٿي وڌندي.

او-!!

هان-!!

هٿ آڱريون هڏڪ ٻي منجهه جڪڙيل ۽ چپ ڏندن هيٺ آيل آهن ٻنهي جا. مڙد جي اندر ۾ جوالا تي دکي ۽ وٺن جي پنن تان برسات جون بوندون ٽيون ٽمن..

او-!!- تون منهنجي جيون ڪٿا جي سڀ کان سندر سارونٽي آهين. ٻڌين ٿي نه!!- ڪرڻ لاءِ ڪيئي ڳالهيون هونديون آهن پر ڇا نيڻن جي نهار مان نٿيون اهي ڳالهين سمجهي سگهجن.

روڊ تي پيل برسات جي پاڻيءَ ۾ ترندي ٿي وڃي ڪاغذ جي ٻيڙي. هن ڪناري وينل ٻالڪ اُداسيءَ منجهان ڏسندو ٿو رهي ٻيڙيءَ کي.

مڙد نمي ٻيڙي ٿو ڪٽي. ٻار کي ٿو ڏي. هوءَ پانچا مٿي کنيو هلندي ٿي رهي. عورت جي اندر ۾ مچ پيا ٻرن ۽ مڙد جملن کان ٻه

اٽل آهي.

جنم پل کان جيون ساگر جيٰ لهرن تي اسان پنهنجن پنهنجن سپنن جون ٻيڙيون ڇڏي ڏيندا آهيون. ڪاغذ جي ٻيڙين جهڙيون هونديون آهن اساتجن سپنن جون ٻيڙيون. اونڌيون سڌيون ترنديون رهنديون آهن پر ڪنهن ڪناري سان نہ لڳي سگهنديون آهن. نہ هن پار- نہ هُن پار ۽ اسان هن ٻالڪ جيان گوڏن تي مڪ رکيو اُداس من سان ويٺا رهندا آهيون.

وڇوڙو تہ آهي ئي هن ڀونءِ تي. ائين ئي تہ ماٺهوءَ جو ماٺهوءَ سان پريم وڌندو آهي. وڇوڙي جي ڀوَ کان اسان هڪ ٻئي کي ڀاڪرن ۾ ڀري هلندا آهيون. وصل جي لمحن مان لنگهندا آهيون پر ڀيرن هيٺ وڇوڙو هوندو اٿئون.

تون تہ پاڳل آهين- ڇا لاءِ ڪئي هيئي مون سان پريت!؟ ڇو- ڇا ان لاءِ!!؟- عورت جو اندر ٿو ڪامي. ٻريس ٿي رڳ رڳ دک جي مچ ۾. ۽ - جي آئون تو بن مري پوان؟

مڙد جي اندر منجھ وڄ ٿي ڪري چڻ. آئون توتي تاج محل نہ جوڙائي سگهندس- آئون تہ پنهنجي جواڻ پاءُ جي قبر تي بہ ڪا پڪي سر نہ رکي سگهيو آهيان. بس آئون پاڻ تاج محل بنجي تنهنجي قبر جي سيرانديءَ ويهي رهندس- لوڪ کي چوندس- هن قبر منجھ منهنجو من ٿو ڌڙڪي- اعتبار نہ اچيوَ- تہ ڀلا ڪن رکي ڏسو.

۽ جي لوڪ منهنجي قبَر تي ڪن رکي ڏسي- هان!- تڏهن ڇا ڪندين!؟- ڀلا قبرن منجھ بہ ڪو من ڌڙڪندو آهي!؟

نہ- ائين تہ نہ چئو- وڇوڙي جي سلسلن منجھ جي آئون زنده رهجي ويس تہ تنهنجي قبر منجھ منهنجو من ڌڙڪندو هوندو- ويساهہ ڪر- ڪڇين قبرن منجھ وڇوڙي جي سلسلن ۾ زنده رهجي ويل ماڻهن جو من ڌڙڪندو آهي- جن کي انهيءَ ۾ ويساهہ ڪونهي سي ئي قبرون پڪيون ڪرائيندا آهن- پر قبرن ۾ من ڌڙڪندو ضرور آهي- پر لوڪ ڪڏهن ڪن رکيو ئي ڪينهي قبرن تي- بس مٿان مٿان ٻُڪ ڪٽي

موٽي ايندو آهي لوڪ.

پاڳل آهين تون-!!

پاڳل آهيان آئون- تڏهن تہ پاڻ بہ جيئان ٿو ۽ ٻين کي بہ جيئڻ ڏيان ٿو.

ٻڌ!!- (ڪن ۾ ٿو سرگوشي ڪريس) حواسن ۾ هجانِ ها نہ پنهنجي- تہ- ڪڏهونڪو ڪائنات کي تَهس نهس ڪري ڇڪو هجان ها- پاڳل آهيان- (آواز اوچو ٿيندو ٿو وڃيس) تڏهن تہ بنا توکي ڇهڻ جي پيار ڪيو اٿم تو کي- حواسن ۾ هجان ها نہ- تہ تو کي جنسي محبت تي آماده ڪري- ريپ ڪري توکي- پڇي وڃان ها آئون.

هيڏانِ- هوڏانهن- ڦهلجندڙ اُونداهي جو واسو. رات ماٺهوءَ جي من ۾ دک ۽ ساروڻيون ڪٽي ايندي آهي. دک ۽ ساروڻيون بستري تي ماٺهوءَ جو اوسيڙو ڪندا آهن. ليٽندي ئي- پاڪرن ۾ پري- چپ ڇپن تي رکي ڇڏيندا آهن، باک ڦٽيءَ جي پهرئين پل تائين. رات ماٺهوءَ جي اندر جو اوجاڳو آهي. بظاهر بند اکين اندر صدين جا اوجاڳا هوندا آهن. توکي کهڙي سڌ- رات پاڻ سان ڪيڏو ڪرب ڪٽي ايندي آهي- ۽- ڏينهن ڪيئن ماٺهوءَ جي چهري تي ماسڪ چاڙهي ڇڏيندو آهي.

اُونداهي ۾ هنن جا پاڇولا هلندا رهن ٿا. هٿ هٿن ۾ جڪڙيل چپ ڏندن هيٺ آيل آهن ٻنهي جا. موڙ مڙندي مڙد سدائين لاءِ موڪلائي ٿو عورت کان. تنهنجا ساروڻا منهنجي هر پل جي سندرتا هوندا. چڱو-هو من جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ آخري پيرو دٻائي ٿو- تون منهنجي راتين جو اوجاڳو آهين.

عورت ٽڪ ٻڌي ڏسندي ئي ٿي رهي. ڇا- ان لاءِ پرپت ڪٽي هئي سون، صدين جي! وڇوڙي جي انهيءَ هڪڙي پل کي ڀوڳڻ لاءِ!!- هان-!!

او-!! عورت پٽڪي ٿي.

ڇئو!!.

اج آخري پيرو- پوءِ ڪڏهن بہ نہ- تون ڇو نٿو منهنجا چپ

چمين!!- آئون پاڳل ناهيان- پنهنجن حواسن ۾ آهيان- منهنجي نڙيءَ ۾ ڪنڊا ٿا چڀن ۽ تون منهنجا چپ چمين ٿي ڪين ٿو.

عورت ڪي پاڪرن ۾ پيري سرخ لپ اسٽڪ جي رنگ ڏانهن مرد پنهنجا چپ وڌائي ٿو پر چپ چمي ٿي نٿو. اندر جا اڻپورا پاوَ مَن ۾ ڪٽي موڙ مڙي وڃي ٿو.

روڊ تي بيٺل عورت جو پاڇولو- تنها- تنها.

ا- و- و- و- ا-و- ا- و- و.

۽ جنهن بہ رستي تي ميل جو پٿر نہ هجي- انهيءَ جي ڪا بہ پڇاڻي ڪانهي- جانان! رستي منجهان سوَ رستا نڪرندا آهن ۽ ڪير آهي اُهو ڪئور من وارو، جيڪو ايڏي اُداس من واري ماڻهو کي رستن جي ورن وڪڙن ۾ ڦاسائي ويو آهي. ماڳ ڪٿي بہ ناهي (ماڳ- جنم- جنم جو فريب آهي) ۽ اسين وڏيل پيرن وارا ماڻهو ائين پيا ڊوڙندا آهيون. چڻ- هر وک جيڪا کڄي ٿي، انهيءَ ڪان پوءِ آهي ماڳ جو پهريون نشان.

جانان!- ۽ منهنجن سپنن لاءِ هي حياتي ڪافي نہ هئي. منهنجا سپنا حياتيءَ جي هن رڻ پٽ ڪان بہ ڏاڍا ڏکيا هئا. دک جي ڳالهہ اها آهي تہ ڪنهن بہ جُڳ ۾، جڏهن ڪو اُداس من وارو ماڻهو هيءَ ڪهاڻي پڙهندو هوندو- تڏهن چڙا منهنجي تربت جي سيرانديءَ لڳل ڪتبي تي منهنجن سپنن جي فهرست مڙجي تہ نہ چڪي هوندي!!.

ماڻهوءَ جي شڪستن جي فهرست ڏاڍي ڏکي آهي، ڪاميابي جي فهرست ڪان. تڏهن بہ هر نئون ڏينهن جُئا جي نئين بازي آهي. ۽ هارايل جئارين جو هجوم آهي- پل پل جي جُئا آهي- وک وک جا جُئا خانا آهن- زندگي آهي- موت آهي- سپنا آهن ۽- سنسان رستا آهن- هر ماڻهوءَ جو پاڇولو آهي ۽ وجود ڪوئجي چڪو آهي- جنهن ٽرين جا اسين هم سفر آهيون- نجاڻ اُها ڪنهن پل پنڌڙين تان لهي پوي ۽ اسٽيشن تي لڳل بوردن تي لکيل شهرن ۽ ڳوٺن جا نالا مٽجي چڪا

آهن (۽- ماڳ، جنم جنم جو قريب آهي)!

-آخري ڪهاڻي:

ماڻهوءَ جي آخري ڪهاڻيءَ جو سرو نہ هوندو آهي- اندر ۾ ڪيتريون آخري ڪهاڻيون- آخري سپنا- آخري خواهشون آهن- منهنجي ڪمري ڪان ٻاهر اُوندهہ اندوڪار آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر جي اوندهہ اندوڪار ماڻهوءَ جي اندر ۾ اوتجي ايندي آهي. دريءَ ۾ رکيل مني پلانٽ جي ول سڪندي ٿي وڃي. منهنجي جيون ناٽڪ ۾ تاريخن جو ڪو بہ دخل ڪونهي. صبح جاڳندي آهيان تہ ائين محسوس ٿيندو اٿم ڄڻ اڄ نئون جنم ورتو آهي مون. رات.ٿيندي آهي تہ ٻاهر جي اُونداهہ اندر ۾ اوتجي ايندي اٿم. دک منجهان سوچيندي آهيان، ڇا هيءَ منهنجي آخري رات آهي!. اڪڻ سلسلو آهي، جنهن جا ٻئي سرا مون ڪان ڪوئجي ويا آهن. زندگيءَ جا ڪيترا ناگوار لحا مون ڦاڙي اُڇلي ڇڏيا آهن. پر اهي ناگوار لحا ڪاغذ جي انيڪ ڦاٽل ٽڪرن جيان پيا مون پويان اُڏامندا آهن. هوا تيز هوندي آهي تہ پيا منهنجي وجود سان ٽڪرائبا آهن. آئون- انهيءَ وئشيا جو بدن آهيان، جنهن جي بدن تي هن جا گراهڪ انيڪ ڦٽ ڇڏي ويا آهن. بدن جا ڦٽ آتما تائين لهي اچن تہ احساسن جو ناسور جنم وٺندو آهي. وئشيا، جيڪا روز سج لٿي جي ويلا ۾ هار سينگار ڪري، روڊ جي ڪناري بيهي رهندي آهي، ڪنهن گراهڪ جي آس ۾ ۽ ڪپڙن تي هاريل سستي خوشبوءِ واٽ ويندڙ کي ڪن پل لاءِ روڪي ڇڏيندي آهي- نجاڻ انهن ۾ ڪير آهي هن جي بدن جو ساٿي، اڄوڪي رات- بلڪل ائين مون ڪيو آهي اوسيئڙو هڪ نئين صبح جو، منهنجي آتما تي هاريل لفظن جي خوشبوءَ سان! اسين اندر جي وُسعتن ۾ اُڏامندا آهيون ۽ اندر جي پاتال ۾ وڃي ڪرندا آهيون. سمورو سفر اندر جو آهي- دک سمورا اندر ئي اندر پيا ڦهلبا آهن- اندران وڃڻ ڪان پوءِ بہ اسان ڪيڏا ثابت سلامت هوندا آهيون-

هزار پيرا ٽڪرائجون ديوارن سان- پٿرن سان- تڏهن ٻہ نہ ٽٽون.

اچ- روڊ ڪراس ڪندي- سالن پڇاڻان هو ڳڏجي ويو هئم. بلڪل اهڙو- جهڙو سال اڳ ڏٺو هئم. اڪيون اُجهاٽل- نشي ۾ الوٽ- وار پيوت. ڪيترا پل گذري وڃڻ کان پوءِ سڃاتو هئائين مون کي.
هلو- هلو!!- ڪيئن آهين؟- موٽ ۾ چڻ پٽڪيو هو- زنده آهيان ڏسين ڪانہ ٿي- بلڪل نارمل ماڻهوءَ جيان.
هن جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ اٽڪيل ٻن جي بيڙي- سڪل ٺوٺ چپ.
گهڻا سال اڳ هن مون کي چيو هو- مري ويندو سانءِ ۽ منهنجو رت هن پوڻءِ تي انيڪ ماڻهن جي پيشانين تي داغ بڻجي رهجي ويندو- هو اڃا بہ جيئرو هو اهڙوئي- جهڙو انيڪ سال اڳ.
ڇا ٿو ڪرين اڄڪلهہ-!؟- هن موٽ ۾ ٻئي هٿ منهنجي اڳيان ڦهلائي ڇڏيا هئا- ڇوڻ لڳو- ائين ٿو لڳي چڻ هٿ ڪپجي ويا اٿم. ڪپيل هٿن سان جيئان ٿو انهيءَ آس تي تہ ڪو ڏينهن اهڙو اچي وڃي شايد، جڏهن منهنجي هٿ ترڻءَ مان نيون آڱريون ڦٽي نڪريونديون. آڪاس سان ڳالهيون ڪندڙ بلڊنگن هيٺان لنگهندي پنهنجي جيتامڙي وجود کي من ئي من ۾ پيو محسوس ڪندو آهيان. ڪيڏو نہ پتڪڙو آهيان آئون ۽ ڪيڏي وَشال آهي هيءَ ڪائنات!. تو چيو هو تہ آئون دنيا جو مهان چترڪار بڻجندس ۽ حقيقت اها آهي تہ آئون ٻن ڏينهن کان بکيو آهيان ۽ سمورين آرٽ گيلرين جا دروازا مون تي بند آهن. اڄ مون پنهنجا- سيئي چتر جلائي ڇڏيا آهن. اسين آڪاس سان ڳالهيون ڪندڙ بلڊنگن هيٺان لنگهي رهيا هئاسون.
چيم- تو کي ڪانهي سُڌ- ڪيترا ماڻهو مهان آهن پر اُنهن جي چوڌاري هجوم نہ هوندو آهي آٽوگرافس وٺڻ وارن جو. ڪير ڪيئن چاڻي سگهي ٿو تہ تون سچ پچ مهان چترڪار آهين. وقت ايندو جڏهن

تنهنجا چتر اهو ئي لوڪ پنهنجين سيراندين سجائيندو. پر تو تہ جلائي چڏيا پنهنجا سپيئي چتر.

هو چپ چاپ هلندو رهيو- روڊ جو ڪنارو ڏئي. هلندي هلندي ڪنگهہ ۽ وڪوڙجي ويو ۽ رت جو ڍير ٽڪي چڏيو هٿائين فوٽ پاٿ تي. وچ وراڪا ڏئي وئي هٿي منهنجي اندر ۾.

انيڪ ڏينهن ڪان پوءِ (جاٺان تي) تہ اخبار جي ڪنهن ڪنڊ ۾ سندس نانءُ جي خبر پڙهندس- هو- سنڌ جو چترڪار- چپ چاپ مري ويو- اوجها- سيني ٽوريہ ۾-

موڙ مڙندي مون هن ڪي آخري پيرو ڏٺو- فوٽ پاٿ تي پيل هن جي اندر جو رت ۽ انهيءَ مٿان لنگهندڙ بوٽ ۽ سينڊل- مون سچ ۾ اکيون ڪپائي چڏيون.

هائي-

ڪيڏي آهي.

اُونداهي-

جا- نا- ن- ج- ا- ن- ا- ن- جانان!!!

# مندر، اُداس ڏينهن، اڌ رات،
# ديوداسي

تال سوک کر پنڇي پيو، هنس کهين نہ جاءِ
پڇلي پريت کي ڪارني، ڪنڪر چُن چُن کاءِ
(ڪبير ڀڳت)

وڇوڙي ڪانپوءِ
وڻن تان سڪل پيلا پن هڪ هڪ ڪري ڇڻندا رهيا هئا، هن جي مٿان ۽ آس پاس. پر مان ننڍڙو پنڇي ڪٿي اڏليو. هنئائين بيٺل پاڻيءَ ۾ ۽ دائرا دور دور تائين پکڙبا ٿي ويا. اڄ ڪلهہ هوءَ جيئندي بہ ڄڻ جيئي ڪانہ ٿي. حياتيءَ جا پکراج جهڙا پل ۽ سج جهڙا سپنا اچانڪ هن جي بانوري من منجهاران اُڏاڻا هئا ڪنهن بہءَ پر. هوءَ هئي جا جنم- جنم ڪانْ ائين ئي هيڪلي ۽ نراس پيلن پنن وارن وڻن هيٺ ويٺي هئي، پيڪشوڻ بڻي. ڌرتيءَ جو هي گول دائرو تياڳي، دائري ڪان ٻاهر.
"مهراڻ!!"
(هڪ لڱان ڪراچيءَ ۾ نيري سمنڊ ڪناري هوءَ ۽ مهراڻ واريءَ تي پنهنجن پيرن جا نشان ڇڏيندا ٿي ساڻ-'ساڻ هليا. هن جي چيلهہ مهراڻ جي ٻانهن جي گهيري ۾ هئي ۽ سج سمنڊ جي ڇولين ۾ پاڻ ڊاري ڇڏيو هو)-
مهر- ا- ڻ!!
ماڻهو جڳن ڪنان بهشت جو بند دروازو ٺو ڪڙڪائي.

هٿ ٽڪجي ساٿا ٿي پيا آهن.

ڪرائيءَ ڪنان وڌجي ڇٽي پيا آهن هٿ-

رت جو دريا آهي جو هٿن- آڱرين- ڪرائين مان وهندو ٿو اچي.

چيلهہ تائين ہڏو پيو آهي هر ڪنهن جو تن.

ڪوئي انت ڪونهي- ۽ مهراڻ!! دوزخ جي آڳ ٿي ٻري ماڻهوءَ جي رڳ- رڳ ۾.

۽

ان آڳ جا اُلا تهائين اوچا ٿي ويا آهن.

پيلن پنن جي ڇانوَ ۾ وينـي وينـي هن هڪ ٻيو پٽر اُڇليو هو بينـل پاڻيءَ ۾ ۽ دائـرا دور تائين پکڙجي ٿي ويا. ڪيڏي پيڙا ٿي پلجي هن وشال ڌرتيءَ تي-!!- انسانن جي سمنڊ مان لنگهندي هن هڪ وار سوچيو هو. وڪ-وڪ تي ڦهليل هي ماڻهو آهن يا زندگيءَ جي ڇاتيءَ تي ڪوڙيل دک جو ٽياس آهن!!- گهڻا گهڻا سال اڳ روماني ڪهاڻيون پڙهندي، آرٽ اسڪول ۾ چترڪاريءَ جي سکيا وٺندي نچاڻ کهڙا سڄ جهڙا پاوَ هن ڪي سرخ بينرن جي هجوم ۾ وٺي آيا هئا. انسانن جي وهندڙ سمنڊ ۾ سڀ کان پويان هلندي هن سوچيو هو، '-او خدا!!- ڪيڏي تکي اُس آهي اسان جي سر مٿان- انگ انگ ٿو سڙي ان ۾- پر ڇا انهيءَ ڌر تتي ڌرتيءَ جي ٻـ ڪائي پڇاڻي آهي!!؟- او خدا- هي ماڻهو آهن يا زندگيءَ جي ڪلهن تي ٽنگيل دک جو ٽياس-!.'

"هر ظلم جي پڇاڻي ٻـ تڏهن ٿيندي آهي نـ مهراڻ!! جڏهن ماڻهوءَ ۾ سنگهر ٽوڙڻ جو ساهس جنم وٺندو آهي پر اسانجا هٿ تـ ڪرائيءَ کنا ڪپيا پيا آهن ۽ آڱريون سيئي ڇٽي چڪيون آهن." هن پنهنجا ڪمزور پيلا هٿ مهراڻ جي اُداس اکين اڳيان ڦهلائي ڇڏيا هئا ۽ مهراڻ ڪي هن جا پيلا هٿ ڏسي سرنهن جا پيلا گل هانوَ تي هري آيا هئا.

## سالن کان پوءِ هڪ ملاقات

"۽- هاڻ تـ ڏاڍي ٿڪجي پئي آهيان. ڏاڍي دير ٿي وئي آهي. ڪير ڄاڻي اندر جي سگهہ ڪڏهن پُنرجنم وٺي!!- اڃا واز اچي ويا اتـم

ڪارن وارن ۾. ننڍ جون گوريون ڦڪي سمهندي آهيان. رات جو سڄ ٻہ اڍري ايندو آهي ديوارن تي پر منهنجي اک ناهي لڳندي ۽- مهراڻ-۽" هن جون اکيون جهلمل ڪرڻ لڳيون. ڪرسي تان اٿي اچي هوءَ ڪليل دريءَ وٽ بيٺي. اڱڻ ۾ پوکيل گلاب ڪومائجي ويا هئا. سڪل پيلي ڇپر تي دور دور تائين پيلا پَن پکڙيا پيا هئا. هوءَ هڪ ٽڪ پولارن ۾ گهوريندي رهي.

"زندگيءَ جو ڪوئي انت ناهي مهراڻ!!- انت آهي تہ بس ماڻهوءَ جو. جڏهن ساهہ جي ڪچي ڏور تي ئي اعتبار ناهي پوءِ ايڏا ڏکها- ڏکها پنڌ اسين ڪنهن لاءِ ٿا ڪيون!!؟- سوچيندي آهيان تہ ڪنهن رات گورين لپ ڦڪي سمهي پوندس سدائين لاءِ- پر پل پل جي موت جو حساب ڪنهن هڪ پل ۾ ڇو نٿا چڪائي سگهون اسين!!؟".

"پر- جو ڪجهہ آهي سو بهتر تہ ناهي نہ!- اهو سڀ ڪجهہ بدلائڻو پوندو اسان کي. ٽياس تي ٽنگيل پنهنجي هر پاوَ جو ملهہ وٺڻو پوندو. اندر جي سگهہ تڏهن پنر جنم وٺندي آهي، جڏهن اسان سنگهر ٽوڙڻ چاهيندا آهيون. مريم!- جڏهن بند ڪمري جا در دريون کولبا آهن، تڏهن تہ سج جي روشني اندر ايندي آهي نہ!!".

ديوارن تان سانوري سنجها جا ڪرڻا ڪم ٿيندا ٿي ويا. ڪمري ۾ اُونداهي ڦهلجڻ لڳي هئي. دور ريل ڪوڪ ڪئي هئي ۽ پکيئڙا اکيرن ڏي اُڏامڻا هئا. اوچتو هوءَ مڙي هئي. (ڪمري ۾ هوريان- هوريان ڦهلجندڙ هلڪي اونداهي ۾، هن جون اگميل اکيون ڪن لاءِ ڏيئا ٻٽجي جرڪيون ۽ اُجهامي ويون) ميز تي رکيل شمعدان ٻاريندي هوءَ هوريان- هوريان نارمل ٿي وئي هئي. ڪلي چوڻ لڳي "هن ڪُوٺ ۾ اچا بجليءَ جا آثار ڪين آهن- ان ڪري بس انهن ميرانجهڻين روشنين تي ئي گذارو آهي."

هڪ ساروڻي هئي جا ماچيس جي تيليءَ جيان مهراڻ جي اکين ۾ ٻري پئي هئي. "اونداهين ۽ اڪيلائين ۾ ساهہ گهٽبو آهي منهنجو- بس ڪنهن اهڙي لمحي ۾ مان مري پوندي سانءِ-"

پر هوءَ اڄ بہ جيئري هئي- اونداهين ۽ اڪيلائين جي غفائن ۾.
شمعدان جي هيٺي روشنيءَ ۾ هن جو مک تهائين هيٺو ۽ بيمار ٿي
لڳو. هو چپ چاپ ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيو سگار پيئندو رهيو. ٽڪ
ٻڌي هن کي ڏسندو رهيو. ٽڪ ٻڌي ائين هو اڳ بہ هن کي ڏسندو.
هو (جڏهن هنن پاڻ لاءِ هڪ ٿي پيچرو جوڙيو هو) تڏهن هوءَ مرڪي
پوندي هئي. چوندي هئي. "ائين نہ ڏسندو ڪر مون کي- پاڳل ٿي
پوندس مان" (پر هوءَ پاڳل نہ ٿي هئي- عام ماڻهوءَ کان بہ وڌيڪ
نارمل هئي) ۽ هن پل هوءَ چپ چاپ پنهنجن هٿن جون ريکائون
ڏسي رهي هئي. چوڻ لڳي- "ڇا ٿو ڏسين؟"
"هان-!!!" هو سوچن جي دائري ۾ ڦرندي ڦرندي ڇرڪي پيو.
سگار جو دونهون هن جي اکين ۾ پرجي آيو هو.
"ڇا ٿو ڏسين- ائين مون ۾؟" انيڪ پل هو چپ رهيو.
"ڏسان ٿو- ڪيڏي اوپري اوپري ٿي لڳين تون!!"
هوءَ مرڪي پئي- (يا- روئي پئي هئي!! لڙڪ ۽ مرڪ جي وچ ۾
ڏاڍي ٿورڙي وڇوٽي هوندي آهي).
هن سوچيو. ڇا سپنن جي ڪائي ساپيان آهي!!- ڇا ائين جيون رڻ
۾ تڙپي تڙپي، پٽڪي پٽڪي هر ڪوئي مري پوندو. ڇا بس سيئي
پيچرا هڪ ئي هٿ سان ڊاهي سگهجن ٿا. جن جي هٿ ۾ حياتيءَ جي
ڊگهي ريکا هوندي آهي، سي من ئي من ۾ جڳ اڳ مري چڪا هوندا
آهن (۽ مريم جي هٿ جي جيون ريکا بہ ڊگهي.هئي هٿ ڪرائيءَ تائين
پهتل) اڄ هو هن کي چئي رهيو هو تہ ڪيڏي اوپري اوپري ٿي لڳين!!.
"منهنجي اندر ۾ اڄ بہ تنهنجي نانءُ جهڙو دريا ٿو وهي- اڇو اجرو
جڳن کنان وهندڙ مهراڻ- پر زندگيءَ جا ڊگها ڊگها پنڌ آهن جن
منهنجين اکين کي کنڊر ڪري ڇڏيو آهي. کنڊر پنهنجا هوندي بہ اوپرا
لڳندا آهن-"
دريءَ کان ٻاهر اُونداهين آڪاس تي چنڊ اُڀري آيو هو. اونداهي ۾
جهومندڙ وڻ تهائين پوائتا ٿي ريا هئا. پريان کان کٽان مال مونيو ٿي

وتاڻن ڏي، ڳچين ۾ بدل چنگ چڙن جو مڏر مڏر پڙلاءُ هو. ڏراڙن جي هڪل جو آواز. هو سگار پيئندي چپ چاپ اهو سڀ محسوس ڪندو رهيو. جڏهن هو هيڏانهن آيو پي، تڏهن نيشنل هائي وي تي جيپ هلائيندي هن انيڪ ڳالهيون سوچيون هيون. سوچيو هئائين تہ واپسيءَ تي هو مريم کي ساڻ وٺيو ايندو (پر هاڻ اهو سڀ چوڻ جو منجهس ساهس ئي ڪين هو)- سول لائين ۾ هن جو بي حد خوبصورت بنگلو — وقت جي حڪومت ۾ اعليٰ عهدو ملڻ ڪاڻ سوسائٽي ۾ هن جو اوچو مقام- سندس بنگلي جي گيٽ تي بيٺل، ڪلهن تي بندوق ڪنيل سپاهي- پٺس جي ايڏي پيسي واري مهاجر دوست جي ماڊرن ڌيءَ سان سندس وهانءُ ۽ اهو سڀ (جيڪو ڪڏهن ممڪن ئي نہ هيو) سندس ڪنهن بہ سپني جي ساڀيان نہ هو. اهو سڀ پنهنجن سپنن- اوچن آدرشن کان ڪٽجڻ ڪاڻ کيس مليو هو. پر من هو جو ڪڏهن ڪڏهن ڏڙڪندي بيهي رهندو هو- م- ر- ي- م- م- ر- ي- م- ر- ي- م.

هن سگار ڪيس مان بيو سگار ڪڍي دکايو. وقت آهي جو بند مٺ مان بہ چپ چاپ نڪري ويندو آهي ۽ اسان خالي مٺ کنيو زندگيءَ جي دائرن ۾ ڊوڙندا رهندا آهيون. سپنا گهٽو پويان رهجي ويندا آهن. ايترو پويان جو وسري ويندا آهن اسان کي. پر هوءَ سندس اهڙو سپنو هئي جو سندس من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ مسلسل ڏڙڪندو رهيو هو. سوچيو هئائين، جڏهن هو مريم آڏو ايندو تڏهن اندر جا سارا دک مريم جي هٿ تريءَ تي ڪٽي رکندو. پر هو دک سگار جي دونهين ۾ ڳڏي اندر ۾ (پاتال تائين) اوتيندو رهيو.

تن ڏينهن انسانن جي انبوهہ ۾ سڀ کان اڳيان سرخ بينر ڪٽي هلندو هو. هو ڌرتيءَ جا سپنا ڏسندو هو ۽ لوڪ هن سنگ وک وڌائيندو هو. موچڙا- جيل- قيد- جلسا- جلوس- سج جهڙا سپنا- نئين صبح جا آدرش- پيڙا جو هڪ رقص هو جنهن جي ڪائي پڇاڻي ڪانہ هئي.

۱۹۶۷ع، ملڪ ۾ ون يونٽ جي خلاف تحريڪ هليل هئي.
ڪوئي جهڙالو صبح هو، جڏهن هو پهريون ڀيرو مريم سان مليو هو. اورينٽ هوٽل جي ڊائننگ هال ۾ گرم ڪافي جا ننڍا ننڍا ڍڪ پيئندي هو مريم جي اکين ۾ ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو هو.

۲۹-فيبروري ۱۹۶۷ع جي ان جهڙالي صبح هن مريم جي ڊائريءَ تي آٽو گراف لکيو هو. "جيڪي قومون سجاڳ هونديون آهن، صبح انهن جي هٿ تريءَ مان اڀرندا آهن- اتهاس جي گهور اونداهي ۾ ٻــ انهن جون هٿ تريون جرڪنديون آهن- مهراڻ"

هن لمحي جڏهن هو مريم جي سامهون سگار ٻـن آگرين ۾ اٽڪايو، مريم ڏانهن ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو هو. هوءَ انيڪ پلن کان هٿ تريءَ ۾ اکيون ڪپايو ويٺي هئي. هڪ ٻي کي ڪٽيندڙ مبهم- موئن جي دڙي جي اجاڙ کنڊرن جهڙيون ريکائون هيون هن جي هٿ تريءَ تي. هڪ جيون ريکا هئي جا سڀ کان چٽي ۽ ڊگهي- ڪرائيءَ تائين پهتل هئي.

"ڇا ٿي ڏسين هٿ ۾؟" هو ائين ئي پڇيو، بي انت سانت کان گهبرائجي، ڪجهه نہ ڪجهه ڳالهائڻ خاطر.

"صبح!!!"- هن جڻ پاتال مان ورندي ڏني.

چن- چن ڪري ڪجهه پچي پورا ٿي پيو هو. ساڳي پل ٻنهي جي من ۾.

هنن ٻنهي ساڳيا سپنا ڏٺا هئا (پر هو اهي سپنا اڌ ۾ ڇڏي هليو ويو هو) سچ جي ساڳي اڙانگي پيچري تي هلندي، جڏهن سک جو صبح اڀرندو، تڏهن هو گڏجي هڪ ننڍڙو گهر آباد ڪندا. ٻـئي نوڪري ڪندا. پنهنجن ٻارن جا سنڌي نانوَ رکندا. انقلابي ڪتابن تي ڊگها ڊگها بحث ڪندا. مهراڻ شاهه جي رسالي جو انگريزي ترجمو لکندو. هوءَ پنهنجي ننڍڙي اسٽوڊيو ۾ ويهي چترڪاريءَ واري اڌوري سپني جي تڪميل ڪندي. جڏهن چنڊ وچ آڪاس تي چڙهي ايندو ۽ سنڌو درياهه کان ايندڙ هير گهليندي، تڏهن هو اڱڻ ۾ ويهي، رات جي راڻيءَ جي

سڳنڌ ۾، گرم چانهن جا ڍڪ پريندا ۽ استاد منظور علي خان جا ڳايل راڳ ٻڌندا. انهن سپنن ۾ ڪٿي ڪو عاليشان بنگلو نہ هو- ڪا چمڪندڙ ڪار نہ هئي- يورپ جا چڪر نہ هئا. بس هڪ لڱان اولڊ ڪيمپس جي گيٽ وٽ بيٺي نجاڻ ڪهڙي پور ۾ اچي مريم چيو هو "مهراڻ! جيڪڏهن زندگيءَ ۽ حالتن مهلت ڏني تہ ڪڏهن تون ۽ مان گڏجي سنڌ گهمنداسين."

هو ٺهڪ ڏئي کلي پيو هو "بس!!"

"ها بس- ان کان اڳتي ڪجھ بہ نہ- ڪجھ بہ نہ" مهراڻ هن جو هٿ پڪڙي ورتو هو.

"تون ايڏا خوبصورت خواب ڪيئن ٿي ڏسين مريم!!"

"تون نہ ڏسندو آهين ڇا!؟"

"ڏسندو آهيان- پر مون پنهنجن خوابن لاءِ سوئهن- تنهنجن خوابن مان چورائي آهي".

ٻئي مرڪي پيا هئا.

(ٻنهي جي اها مرڪ اولڊڪيمپس جي گيٽ وٽ، پيرن هيٺ لنگهندڙن جي لتجي- گم ٿي وئي هئي دز ۾-)

اها مرڪ هنن ٻنهي زندگيءَ جي انيڪ لمحن ۾، پنهنجين پنهنجين اڪيلائين ۾ مرڪڻ چاهي هئي پر وقت ڏاڍو ڪٺور مِن وارو ٿيندو آهي. ماڻهوءَ جي چپن تان مرڪ کسي اکين ۾ لڙڪ پيري ويندو آهي.

سروم دکم دکم.

سڀ ڪجھ دک آهي.

هن جي من ۾ ويٺل مهاتما ٻڌ پڙڪيو- سڀ ڪجھ دک آهي.

"مريم!" شمعدان جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ پيت تي ٿهليل مريم جي پاڇولي ڏانهن نهاريندي هو پڙڪيو.

"هون-" نجاڻ ڪهڙن دائرن منجھ ڦرندي ڦرندي هوءَ موٽي آئي. هر ماڻهو جنم جنم کان لمحن جي دائرن جي چوڌاري طواف پيو ڪندو آهي. پر دک اهو آهي تہ هر ڪنهن جي عبادت ناهي قبول پوندي.

ماڻهو اندر جي قيد خاني ۾ جنم ٽيپ ٿو پوڳي. آزادي محض هڪڙو سپنو آهي.

آزاد ڪير بہ ناهي. ڪنهن جو تن قيد آهي. ڪنهن جي آتما ٿي سوريءَ تي لٽڪي. پر حقيقت اها آهي تہ جيئندو هر ڪو آهي آزاديءَ جي ڪنهن هڪ لمحي جي آس تي.

۽

ان پل هو اندر جي انهيءَ قيدخاني ۾- آزاديءَ جي اوسيئڙي ۾ ويٺو هو. سندس تن ڪنهن بي جان شيءِ جيان ڪمري جي اونداهين ڪنڊ ۾ پيل ڪرسيءَ تي پيو هو ۽ سندس آتما گذري ويل وقت جي سوريءَ تي لٽڪي رهي هئي. چنڊ جي روشنيءَ ۾ ٻاهر ٻيلا وڻ هوريان- هوريان جهومندا رهيا.

”تو ڏانهن اچڻ سبي سوچيو هئم مريم!- تہ تو کي پاڻ سان وٺيو ايندس پر هاڻ ائين ٿو ڀانيان ڄڻ وقت اتي ئي اجهامي ويندو. هن بند ڪوٺيءَ ۾. تو تہ دنيا تياڳي ڇڏي آهي ڄڻ- پر مان ڀڪشو يا گوتم ناهيان. تڏهن بہ لوڪ ساڻ جيئندي ڄڻ بن- بن ڀٽڪان ٿو. پر بس دک آهي تہ اهو سڀ انهن سپنن جي ساپيان ناهي-“ هن جو ساهہ نڙيءَ ۾ گهٽجڻ لڳو. اوچتو هن جو من ڄڻ ڌڙڪندي ڌڙڪندي بيهي رهيو هو. هوءَ اُتي بيٺي. شمعدان جي روشنيءَ جيان ان جو ڏڪندڙ آواز اڀريو هو (ڄڻ تهہ سياري ۾ ڪوئي بند دروازي اڳيان پڪاريندو هجي).

”مان توکان چاهن ٿي ڪنيو اچان-“ ۽ ڪليل دروازي منجهان نڪري نيٽن ڪان الوپ ٿي ويو هو هن جو وجود. ڪيترا پل هو ڪليل دريءَ جي اڳيان بيٺو سگار پيئندو رهيو. سڀ ڪجهہ ائين ٿي هو- سپنن ۾ بہ- پر ڇا هن کي اهو حق هو تہ هو ايڏو چاهيندي بہ پنهنجين آڱرين سان هن جو مک ڇهي سگهي!!- هو ڪمري کان نڪري، هن کي ڳوليندو ردڻي ڏانهن نڪري آيو.

”چاهن ايڏي ضروري ناهي مريم! مان تہ بس تو ڪاڻ آيو آهيان.“

هو در جي فريم ڪي ٽيڪ ڏيو بيٺو هو. هوءَ سگريءَ ۾ اگر دکائي رهي هئي. ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ اگرن منجهان ڪاراٽيل هن جا هٿ ڏسي نچاڻ ڇو هو دکي ٿي پيو هو. هن غور سان ڏٺو- جواٽيءَ تي شام جا پاڇولا گهرا پئجي ويا ها. هن بي حد دکي ٿي سوچيو. جيڪي ماڻهو سچ جي ڇتيءَ ويڙهه ۾ ڏوڪي ڪاهي پوندا آهن. ڇا انهن جي سپنن جي پڄاڻي ائين ئي ٿيندي آهي!! موت جهڙي زندگي- سوريءَ تي ٽنگيل آتما. ڇا ماڻهوءَ جو سمورو سفر بي معنيٰ آهي. اگرن جو دونهون هن جي اکين ۾ گهڙندو ٿي آيو.

هو چپ چاپ در جي فريم ڪي ٽيڪ ڏيو هن جا ڪارا ٿيل هٿ ڏسندو رهيو.

هي پنهنجي وقت جي انقلابي عورت جا هٿ آهن. انهن هٿن ۾ هن سرخ بينر ۽ جهنڊا ڪنيا آهن. انهن هٿن ڪي لهرائي هن نعره هنيا آهن. انهن هٿن سان هن سنڌ جو اتهاس ڪينواس تي رنگن سان چٽيو آهي ۽ ڪيئي سال اڳ وقت جون انقلابي ڪهاڻيون ۽ ڪوتائون لکيون آهن. (هن هڪ نئون سگار دکايو- گهٽو گهٽو اڳ جڏهن هو ان عورت سان گڏ جيئندو ۽ مرندو هو. تڏهن بس عام برانڊ جي سگريٽ افورڊ ڪري سگهندو هو. اڄ جو هو اسٽيبلش ٿي ويو هو. ولايت منجهان سمگل ٿيل سگريٽ پيئندو هو ۽ دک پوکيندو هو پنهنجي اندر جا) سنڌي عورتن جي هٿن جي پڄاڻي ايڏي دکدائڪ ڇو ٿيندي آهي!!

"م- ر- ي-!!"

"هون؟!" هن دونهاٽيل اکين سان ڏانهس نهاريو-

"پينٽنگ ڪندي آهين اڃا؟"

"نه" هن جو آواز ڄڻ پاتال مان ٿي آيو.

"ڪهاڻيون ۽ ڪوتائون؟"

"نه" اهو ئي پاتال مان ايندڙ آواز.

"ڇو؟"

هوءَ چپ رهي. سگريءَ تي رکيل ديگڙيءَ ۾ ڪير ٽهڪندو رهيو.

ڊگهي سانت کان پوءِ دونهاٽيل اکين سان مهراڻ ڏانهن نهاريندي هوءَ چڻ سڏڪي هئي چيو هئائين:

”ڪي ماڻهو گذرندڙ وقت سان گڏ هوريان هوريان جيئندا رهندا آهن. ڪي ماڻهو- آلي ڪاٺيءَ جيان پيا ٻرندا آهن ۽ هوريان هوريان مرندا رهندا آهن. توکي ڪانهي سُڌ تہ زندگيءَ مون کي آلي ڪاٺيءَ جو روپ ڏنو آهي. مان نہ جيئان ٿي نہ مران ٿي“. صديون- مهراڻ جي مٿان کان لنگهي ويون. هن انهيءَ عورت سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ بحث ڪيا ها. هوءَ چوندي هئي- زندگيءَ ۾ بهرحال ايڏي مايوسي بہ ناهي مهراڻ- صبح ضرور ايرندو. ان ۾ منهنجو ويساهہ آهي. مايوسي اهو اونداهون کوهہ آهي جنهن ۾ هڪ ڀيرو ڪرڻ کان پوءِ ٻيهر ناهي ايري سگهبو ۽ مان انهيءَ کوهہ ۾ نٿي ڪرڻ چاهيان. هڪ اٽل آس واري نوع مان هو چوندي هئي. فرسٽريشن ماڻهوءَ جو هٽ گهڙيو احساس آهي. ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ جو بهانو آهي.

مهراڻ گرم چاءِ جا ڍڪ ڀريندي هن کي غور سان ڏٺو، هوءَ ڪنڌ نوايو ڪوپ ۾ چمچو گهمائي رهي هئي. نجاڻ ڪهڙين سوچن ۾ گم. هڪ نئين صبح جي آس هن جي اکين منجهان اجهامي وئي هئي. فرسٽريشن جي انهيءَ گهيرٽ ۾ گهيرجي ويو هو هن جو من، جنهن کي هن سدائين ڌڪاريو هو. هن جي ان مسلسل ويڙهہ جي پڇاڙي ڪيڏي ڀيانڪ شڪست هئي.

هوءَ دريءَ کان ٻاهر اُونداهيءَ ۾ يڪ ٽڪ نهاريندي رهي. چوڻ لڳي.

”زندگيءَ جي پيچرن تي هلندي گهڻو ڪجهہ ڀوڳڻ کان پوءِ اهوئي ڄاتو اٿم مهراڻ! تہ اهو نڪور صبح ڪڏهن بہ نہ ايرندو. بس انهن اونداهين ۾ ئي ماڻهوءَ کي جيئڻو ۽ مرڻو آهي. ان صبح جو اوسيئڙو بي ڪار آهي. پيڙا جو هڪ مسلسل سفر آهي جنهن ۾ ڪجهہ بہ ناهي پلئہ پوندو.“ ٽيبل تي رکيل هن جي چانهن ٿڌي ٿيندي رهي.

گهڻا سال اڳ (۽- جڳ لنگهي چڪا آهن انهن سالن جي سيني

تان)- ڪنهن انٽرويو ۾ هن چيو هو، ’مان منصور حلاج جي محبوبا آهيان ۽ پٿر منهنجو نصيب آهن‘. ڇا هن سچ چيو هو! بس پٿر ئي هن جو نصيب هئا!- ٻيو ڪجھ به نه!!؟؟

انيڪ سال اڳ، جڏهن هو سي.ايس.ايس جي امتحان ۾ ٽاپ ڪرڻ ڪان پوءِ ٽريننگ تي وڃڻ لڳو هو، تڏهن چائنيز جي اونداهين ڪنڊ ۾ هن مريم جا سرد هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي چيو هو. ”مان پنهنجو شاندار مستقبل ڪيئن ٿو ڏڪاري سگهان. تو بن جيئڻ ڏاڍو اؤکو آهي مريم. پر مان پنهنجي املھ حياتيءَ جا سمورا سال جيلن ۾ گهارڻ نٿو چاهيان. ڌرتي ۽ قوم ڪنهن کي به ڪجھ نه ڏيندا آهن. جيت انهيءَ جي ٿيندي آهي، جيڪو پاڻ لاءِ جيئندو آهي.“- اهو سڀ چوندي هن کي گذريل سمورين سارون ٿيون چڻ وسري ويون هيون. هوءَ چپ چاپ پنهنجن هٿن جون هڪ ٻي کي ڪٽيندڙ ريکائون ڏسندي رهي. مريم کي اِهو سڀ ياد هو- پر هن اهو سڀ مهراڻ کي نٿي ياد ڏيارڻ چاهيو، جو سپنا وکٽي چڪو هو. سڀ ڪجھ بکواس هولاڪاس ان پل. چائنيز مان نڪري هن گهر وڃڻ لاءِ رڪشا کي هٿ ڏنو هو. بس ائين چيو هئائين- ”سچ جي ان پيچري تي مان تنها به هلي سگهان ٿي- دک اهو آهي ته تو پنهنجا اوچا آدرش بي حد سستي اگھ ۾ وکٽي ڇڏيا آهن- صبح ضرور ايرندو-“

پر صبح ايريو ئي ڪونه هو. زندگيءَ جا سمورا دک پيوڻ کان پوءِ، دنيا تياڳي هوءَ انهيءَ ننڍڙي ڳوٺ ۾ اسڪول ماستريائي اچي ٿي هئي. لوڪ اگهور ننڊ مان جاڳڻ لاءِ تيار ئي ڪونهي. جڏهن هو ۽ مهراڻ ٻوڏ ۾ تباھ ٿيل ڳوناڻن لاءِ امداد گهرڻ ڪاڻ لطيف آباد جا بند گيٽ کڙڪائيندا هئا- تڏهن به اهي گيٽ نه کلندا هئا ۽ اهي گيٽ اڄ به بند آهن. سنڌي رسالن ۽ ڪتابن جا ستا ڪٽي انهن اهي گيٽ کڙڪايا هئا. ڪتابن جا ستا پٽ تي اڇليندي سندن هڪ ڪلاس فيلو مظهر پرجي آيل آواز ۾ پٽڪندو هو- ”لعنت آهي هن قوم تي- مرده دل آهي اها قوم- سڀ بکواس آهي- مان ڪو ليڪڪ هجان ها نه مريم!-

ڪڏهن بہ سنڌيءَ ۾ نہ لکان ها-“

لطيف آباد جي گلين ۾ ڪتابن جا سٿا ڪٽي هلندي هن موٽ ڏني هئي ’اهو سڀ وقتي آهي- هر ماڻهو اڳهور ننڊ مان ڪڏهن نہ ڪڏهن ضرور جاڳندو آهي.‘

”خوش فهمي آهي توکي- ڏس نہ مريم! هي جو سنڌين جو اوچو ۽ وچولو شهري طبقو آهي- انهن جي گهرن جي بند دروازن اڳيان سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جو اتهاس سڏڪي سڏڪي مري ويندو- انهن منجهہ آس رکڻ بي ڪار آهي مريم!“

جن جوشيلن سنڌي شاگردن ۽ شاگردياڻين سان گڏجي هن سچ جي پيچري تي پير هو پاتو- ڌرتي ڌرتيءَ تي بک هڙتال ڪئي هئي- جلسا ۽ جلوس ڪڍيا هئا- جن سان گڏجي هن احتجاجي بينر کنيا هئا- ون يونٽ ٽٽڻ جا جشن ملهايا هئا- سنڌي رسالن ۽ ڪتابن جا سٿا ڪٽي سنڌين جا بند دروازا ڪڙڪايا هئا- ٻوڏ جي ستايلن لاءِ ڏکيا ڏکيا پنڌ ڪيا هئا- اهي سڀ هوريان- هوريان ڪري پنهنجا پنهنجا پيچرا مٽائي ويا هئا- مهراڻ سميت (جيڪو هن جي سپنن جو شريڪ هو)، هو پارٽيءَ جي اڳواڻن جي سفارشن تي ايئرڪنڊيشنڊ آفيسن ۾ وڃي ويٺا هئا ۽ هن جون جيڏيون انهن ڪامورن سان لائون لهي هاڻ نئين ماڊل جي گاڏين ۾ گهمنديون هيون. ماڻهو ڏاڍو ڪمزور ٿيندو آهي. جسم جي سک لاءِ پنهنجي آتما وڪڻي ڇڏيندو آهي.

آخري ڀيرو ملڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ يونيورسٽي جي آڊوٽوريم ۾ (جشن لطيف ملهايو پيو ويو) هوءَ مهراڻ جي پر واري ڪرسيءَ تي ويٺي هئي. هن جي چئني پاسي شاگردن ۽ شاگردياڻين جو هجوم هو.

”مهراڻ!“

”هون؟“ هو اسٽيج تي اکيون کپايو ويٺي هئي- پر هن جو من-!!

”تو کي اهو سڀ ڪڏهن بہ ياد نہ ايندو- مهراڻ؟- تو کي اهو سڀ ڪيئن وسري سگهندو پلا-!!“

”سڀ ڪجهه وسري ويندو آهي مريم!- اهي سارونٺا مون کي ڏنئي بہ ڇا تہ سگهن!!- مان بک مرندس تہ تن وقتن جي ماني بہ هيءَ قوم مون کي نہ کارائيندي-“

”مون کي وساري سگهنديون مهراڻ؟!!“ ڪنهن مرندڙ ماٺهوءَ جيان هن جو آواز ٽٽڻ لڳو هو. مهراڻ ڇرڪي ڏانهس نهاريو هو. هن جي اکين ۾ ڏياريءَ جي رات لهي آئي هئي.

ان رات هو فنڪشن اڌ ۾ ئي ڇڏي هليو ويو هو. هوءَ خالي ڪرسيءَ جي پر ۾ پڇاڙيءَ تائين ويٺي رهي. رات اجهامڻ تي هئي. سياري جي بي حد سرد رات ۾ خاموشي ڪان بس ۾ شهر ويندي هوريان هوريان صبح اپرندو رهيو هو پر هوءَ اندر ئي اندر مرندي رهي هئي.

هن جي اوچن آدرشن واري زندگيءَ ۾ ڪيڏو بوگس واقعو ٿيو هو. بلڪل عام ڇورڪرين جيان، شرنائين جي شور ۾ تنديڻ جي مڱيندي سان وهاڻءَ تي ويو.

”اڙي!!- هيءَ مان آهيان- سنڌ جي انقلابي نياڻي-“ هن حيرت منجهان آرسيءَ ۾ پنهنجي سينگاريل وجود کي گهوريو. ماٺهوءَ جي هر خوبصورت احساس کي فنا آهي. فنا آهي ماٺهوءَ جي هر سپني کي. هڪ اداس صبح ڏاهپ جي ڏوهہ ۾ مليل طلاق جو ڪاغذ بيگ ۾ وجهي هوءَ ان تنڌڙي ڳوٺ ۾ هلي آئي. اسڪول ماستريائي جي حيثيت ۾. اهو هو هن جي سموري جيون ناٽڪ جو ڪلائمڪس. گمنامين جي انهن اونداهين غفائن ۾ اچي هن پنهنجيون سموريون ڪهاڻيون ۽ ڪوتائون ڦاڙي ڇڏيون هيون. پنهنجا چتر ساڙي ڇڏيا هئا. ماٺهو بي حد آسانيءَ سان جيئندو آهي، مرڻ جو اوسيئڙو ڪرڻ لاءِ. اڄ هو نجاڻ ڪيئن هن کي ڳوليندو اچي نڪتو هو. هن کي ائين آڏو ڏسي حيران بہ نہ ٿي هئي (زندگيءَ جا سمورا هاڃا سندس عادت بڻجي ويا هئا). وقت ٻنهي کي پوڙهو ڪري ڇڏيو هو. پر هوءَ ڪنڊر بڻجي چڪي هئي ۽ هو اڃا بہ مضبوط ۽ آباد هو. زندگيءَ جا سمورا سک سندس ڇهري تي اڪريل هئا. ماٺهو جنم پل کان آدرش مٺ ۾

پري حياتيءَ جي چتيءَ ويڙهه ۾ ڪاهي پوندو آهي. ۽ ڪو پل اهڙو به ايندو آهي جڏهن آدرش واٽ تي ڪوئجي ويندا آهن. مٺ خالي ٿي پوندي آهي ۽ هٿ ترىءَ تي رهجي ويندا آهن. هڪ ٻي کي ڪٽيندڙ ريکائون.

هن سگار ڪيس مان هڪ ٻيو سگار ڪڍي دکايو. دونهون چوڌاري ٿهلجي ويو هو. مهراڻ جي چهري تي ۽ مريم جي اکين منجهه. رات هوريان هوريان دريءَ کان ٻاهر لنگهندي ٿي وئي. چنڊ جي هيڊي اُداس روشني مريم جي چهري تي ٿهلجي آئي هئي.

"مريم!" هو پڪاريو.

"هون!؟" هوءَ ڪليل دريءَ ۾ اچي بيٺي.

"مان- تو کان ڌار رهي جيئندي به ڇڻ مرندو رهيو آهيان.

هوءَ چنڊ جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ بي حد اُداسيءَ منجهان مرڪي پئي هئي. ڄڻ هن کا بي معنيٰ ڳالهه ڪئي هجي. انيڪ سال اڳ هوءَ انهن لفظن جي آسانگي تي جيئندي هئي.

"مان- تو بن ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان مريم!- سپنا ۽ آدرش جيڪي تو وٽ ڇڏي ويو هئس انهن گهڙيءَ گهڙيءَ منهنجو پيڇو ڪيو آهي مريم!- هل موٽي هلون. مون پنهنجي گهر جي هر ڪنڊ ۾ تنهنجي ڪمي محسوس ڪئي آهي. منهنجي زندگيءَ جو هر سک تو بن اڌورو آهي-"

هو اُداسيءَ واري نوع ۾ مرڪندي رهي.

"منهنجي بنگلي جي لان ۾ انيڪ ساوا وڻ آهن پر انهن هيٺ تون ويٺل ناهين- ڪار ڊرائيو ڪندي پر واري سيٽ تو بن مون کي تهائين خالي محسوس ٿيندي آهي- مريم! مان جاڳندي سپنا ڏسندو آهيان، تنهنجو هٿ پڪڙي سمنڊ ڪناري هلڻ جا- مان- مان ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان- مون وٽ سڀ ڪجهه هوندي ڄڻ ڪجهه ناهي- منهنجو سڪون تنهنجي هٿ ترىءَ ۾ رهجي ويو آهي-"

مريم بي حد دک منجهان پنهنجي ڪليل هٿ جي تري ڏٺي، جنهن

منجهه ڪجهه بہ نہ رهيو هو. سڪون، جنهن لاءِ ماڻهو بڻ بڻ پئيو آهي، اهو سڪون ڪٿي بہ ناهي. محض هڪڙو لفظ آهي ۽ لوڪ پاڳل ٿي پيو آهي ان لفظ جي پويان. هوءَ چپ چاپ، ڏڙڪندڙ من سان هُن کي يڪ ٽڪ ڏسندي رهي. ڪڏهن هن انهيءَ شخص جو بڻجڻ چاهيو هو. اڄ هو ڪيڏو اوپرو هو لاڪاس. ڪانٽس پنهنجن سپنن جي بيڪ گهري رهيو هو. اوهہ- خدا-!!- زندگيءَ ۾ ڪيترا پل موت جا آهن. ماڻهو جي آس پاس موت جو واسو آهي- مهراڻ!- مان جا هن پل ڪنهن زنده وجود جيان ويٺي آهيان تو اڳيان، تون نہ سمجهي سگهندين نہ مون کي مُئي جڳ لنگهي ويا آهن. جيڪي سپنا ۽ آدرش پاليندا آهن من ۾- انهن جي جيون ناٽڪ جو ڪلائمڪس اهو ئي ٿيندو آهي. تون اهو سڀ سمجهي نہ سگهندين. تنهنجي بنگلي جي گيٽ تي بيٺل سپاهي تنهنجن احساسن تي بہ پهرو ڏيندا آهن. تنهنجي ڊرائيونگ جي رفتار پلا ڪڏهن تنهنجن احساسن جو ساٿ ڏيندي هوندي ۽ ٿڪجي نہ مان بہ پئي آهيان. سڪون نہ مون وٽ آهي نہ تو وٽ آهي. سڪون ڪٿي بہ ناهي.

هوءَ ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيو بند اکين سان سوچيندي رهي.

”مان تنهنجي انهيءَ ماڻ کي ڇا سمجهان مريم؟“

هن اکيون پٽي مهراڻ ڏانهن نهاريو. هن جي بلڪل مٿان بيٺو هو. هن جو پاڇولو مريم جي وجود تي ڦهلجي آيو هو.

”اڄ مريم!- هڪ ڀي جو هٿ پڪڙي زندگيءَ جي پيچري تي وک وڌايون“ مهراڻ پنهنجو مضبوط هٿ ڏانهس وڌايو هو.

موٽ ۾ هن پنهنجو هٿ نہ وڌايو هو. بس اڪميل نيڻن سان هن جو مک تڪيندي رهي هئي. ڳوٺ جي مسجد ۾ فجر جي ٻانگ ملي رهي هئي. ٻنهي جو من هوريان هوريان ڏڙڪندو رهيو هو. هوءَ ڪرسيءَ تان اٿي بيٺي ۽ مهراڻ جو وڌيل هٿ تاريءَ جيان ڪري پيو هو. ٻانگ ملندي رهي. مال جي ڳچين ۾ ٻڌل چنگ چڙن جا مڌر مڌر آلاپ شروع ٿي ويا هئا.

”مهراڻ!!“ سانت جي مهاساگر منجهان هن ٻوليو هو.

"صبح ڪڏهن بہ نہ ٿيندو مهراڻ!- انهيءَ اونداهي ۾ جيئڻو ۽ مرڻو آهي. سڏڪي- سڏڪي ساهہ ڏيڻو آهي- هاڻ تہ مون پنهنجا پير بہ وڍي ڇڏيا آهن. مان ڏاڍي ٿڪجي پئي آهيان. آخري وک بہ نٿي وڌائي سگهان. صبح ڪڏهن بہ نہ ايندو تڏهن بہ مان آس جو هڪڙو ننڍڙو ڏيئو ٻاري رکڻ ٿي چاهيان. سالن پڇاڻان ئي سهي مون وٽ پڙهيل ڪنهن هاري ناريءَ جو پٽ ان ساڳي ويڙهہ ۾ ڪاهي پوندو-تڏهن بہ ان کي مان پنهنجن سپنن جي ساڀيان پائيندس. مان هتي ئي ٺيڪ آهيان. بلڪل ٺيڪ آهيان"- آڱميل نيڻن سان ڪيس ڏسندي هوءَ ڪن لاءِ چپ ٿي وئي.

"پر- مريم!!- صبح تہ تڏهن بہ نہ ايندو شايد" مهراڻ جي آواز ۾ زهر پرجي آيو هو.

"ها پر- ڏيئي منجهان ڏيئو تہ ٻرندو آهي نہ-" هيڪر وري هن جي اندر جي مري ويل انقلابي عورت ساهہ کڻڻ لڳي هئي.

"مهراڻ!- هن وشال ڪائنات ۾ منهنجي ڪهڙي حيثيت آهي، انهيءَ جي ڪٿ هاڻ لڳائي اٿم. منهنجو اهو گمان غلط هو تہ هيءَ ڪائنات مون لاءِ جڙي آهي. مان تہ گهر ۾ پيل اها بي ڪار شيءِ آهيان جنهن جو ڪوبہ مصرف نہ هوندو آهي. پر جنهن کي ڪنهن نہ ڪنهن ڪنڊ ۾ ايڊجسٽ ڪرڻو ئي پوندو آهي."

"مان- موٽي وڃان- م- ر- ي- م؟!!" هو ڏک منجهان ڀڻڪيو.

دريءَ کان ٻاهر پولارن ۾ نهاريندي هوءَ ڀڻڪي "ها- توکي موٽي وڃڻ ئي گهرجي- هن جيٽ ايج ۾ بہ گهٽو گهٽو پوئتي پيل ننڍڙي ڳوٺ کان ٻاهر حياتيءَ جا سڀئي سک تنهنجي آجيان لاءِ بيٺا آهن- تو کي موٽي وڃڻ ئي گهرجي". اهو سڀ چوندي هن جا ڪمزور ۽ هيڊا (سرنهن جي گلن جهڙا) هٿ ڀڳهر ۾ شمہ ٿي ويا هئا. هو صبح جي ڦهلجندڙ گلابي روشنيءَ ۾- بي حد اُداس من سان ٻاهر نڪري آيو هو. ٻاهر بيٺل هن جي جيپ ماڪ ۾ پسي وئي هئي. هوءَ ٻاهر هن کي خدا حافظ چوڻ آئي هئي. ٻاهر روشنيءَ ۾اڇي هن مريم کي ڏٺو. ائين

پانيو هئائين جڻ هوءَ ورهين جي بيمار هجي. هن جي اداس نيڻن ۾ پيڙا جو جيڪو مها ساگر وهندو ٿي ويو- مهراڻ ڪن انهيءَ ۾ ٻڏي ٻڏي ويو هو.

. صبح جي گلابي روشنيءَ ۾ مهراڻ کي هن آخري ڀيرو ڏٺو. بلڊ ڪينسر جيان ڪو اٽڪاتو.دک هن جي رڳ رڳ ۾ ڦهلجي ويو هو. جيپ ڊوڙ اُڏائيندي نيڻ نهار ڪان آلوپ ٿي وئي هئي.

●

# زندگيءَ جو زهر

هن جي ڄمڻ جو اوسيئڙو به ڪيڏو هئن پر نياڻي ڄائي ته ته ائين جو سموروين آسون اميدون بي موت مري ويون. ڄمندي ئي ٻڪ جو شديد احساس پيٽ ۾ لڪائي ائين روئندي سڏڪندي آئي ڄڻ هن لاءِ هن جڳ ۾ ڪير جي سبيل ورهائجي رهي هجي. هوءَ هئي ته ته اهڙي جو ڪيس ايڏن سورن سان ڄڻڻ واري ئي نفرت منجهان اکيون پوري ڇڏيون. هن جو جنم ماٽس لاءِ ائين به نئون هو جو انهيءَ ڏينهن مڙس دل تي ڪنيو هئس، جنهن ۾ سور اچي ٿيا هئس. انهيءَ ڏينهن هو دل تي نشو ڪري آيو هو ۽ اچڻ سان ئي متس موچڙن جو سٽڪو لائي ڏنو هئائين جو ڪيس شڪ هو ته جوٽس ڪي اهو ڪنهن ٻئي مان ٿيو آهي. ائين هن جي ڄمڻ جو ڏينهن به هن وانگر نياڳو ٻڌجي ويو ۽ جڏهن هن ماٽس جي پيٽ مان منهن ٻاهر ڪڍيو هو تڏهن ماٽس سموري ڪائنات جون نفرتون پنهنجي من ۾ پڪڙيون پائيون هيون. نه ته هن کان اڳ به هن اٺ جيئرا جاڳندا ٻار جنم ڏنا هئا. جنهن ڏينهن هن کي سور ٿيندا هئا، انهيءَ ڏينهن مڙس متانس سؤ پيرا پيو صدقي ٿيندو هو پر اهي ٻار هوندا به ته چنڊ جهڙا هئا. سدا ملوڪ، ماءُ پيءُ وانگر موچارا. تڏهن ئي اسپتالن جي معرفت بي اولاد ماٺهو چڱي اگهه تي ڪٽي ويندا هئا ۽ پوءِ ڪڏهن به هنن جي سار نه ايندي هئس ۽ ڪير جيڪو هن جي ڇاتين ۾ پيرجي ايندو هو اُهو به چڱي اگهه تي، ڪنهن ٻار جي آيا ٻڌجي وڪٽي ڇڏيندي هئي. ائين سمورو سال سک سان لنگهي ويندو هئن، تڏهن ته مڙس آپريشن ڪرائڻ نه ڏيندو هئس ڄڻ هوءَ عورت نه هجي ٻار ڄڻڻ جي مشين هجي.

پر هن پير هوءَ جا ڄائي هئي ته اهڙي ڪاري جو متس اُونداهي رات جو گمان ٿئي. ايڏي ڪوجهي جو ڏسڻ تي دل نه چوي، ايڏي

ڪمزور ۽ بيمار جو هڏن جي پڃري جو گمان ٿئي. مڙس ته اڳئي مٿانهس بگڙيو ويٺو هو ويتر هن کي ڏسي پڪ ٿي ويس ته اهو پيٽ جوٽس کي ڪنهن ڀٽي مان هو. هاڻ الله جيڪر جمڻ واري جي پنيءَ تي هن جي پيءَ جو نالو به لکي ڇڏي ته ڪيڏو چڱو ٿئي. ڀلا هوءَ سال به سال پاٽيءَ مان پريل مٽ جهڙو پيٽ ڪٽي ڪنهن سان ياري رکندي هوندي. پيو به الله کي ڪل ته هوءَ ايڏي ڪوجهي ڇو جائي هئي جو هن کي ڏسڻ لاءِ به دل نه چوي.

هن جي ڪنن ۾ ٻانگ به نه ڏني ويئي. بس ائين ئي هن جو نالو ڪاري پئجي ويو. هوءَ هفتو سڄو اسپتال ۾ پئي هئي پر ڪوبه هن جو گراهڪ نه ٿيو. البت هن جي پٽيءَ جو ڪير ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي نئين چاول ٻار جي حصي ۾ هليو ويو ۽ هوءَ وچ جهڳيءَ ۾ پئي ائين سڏڪندي هئي، ائين رنيندي هئي جڻ آسمان جي اوچائين تان ڪنهن ڏکو ڏئي پستين ۾ اڇلايو هجيس.

پٽس جي نرڙ تان گهنڊ نه لٿو- ڇئي رن نياڳي! موچاري شڪل آٽي ها ته ڪهڻ ۾ڪهڻ اٺ نو سؤ ته نڪري اچن ها. ۽ جڏهن پيرين پنڌ ڪرڻ لڳي ۽ ٻاتائي ٻاتائي ماني گهرڻ لڳي تڏهن وڏي اوسيئڙي ڪان پوءِ ماٽس جو پيٽ ٻاهر نڪتو. هاڻ پٽس جي نرڙ جا گهنڊ ڪنهن قدر گهٽجي ويا هئا. هوءَ مانيءَ جي سين هٽنڌي هئي ته پٽس "رن حرامڙي" ڇئي پيرن مان موچڙو لاهي هٽندو هئس- وچي ماڻهين جي چڱه ڪان ماني گهر جنهن جو اولاد آهين.

تن ڏينهن ئي مون هن کي ڏٺو هو. اگهاڙي، ڪاري ڪوجهي، سڄو بدن ۽ وار ڏوڙ ۾ لٿيل. سموري پاڙي ۾ وائڙي وائڙي ڦرندي هئي. هڪڙي مانيءَ جي سين هن جي سڪل نوٽ چپن تي، هن جي آلين آلين اکين ۾ پکڙيل هوندي هئي.

ٻار ڪٽس چيڙائڻ لاءِ چوندا هئا، "ڪاري! ماني ڪائيندئن؟" هوءَ يڪدم هاڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻي ڇڏيندي هئي. ٻار هن کي ماني ڏيکاري ڊوڙڻ لڳندا هئا ۽ هوءَ به ڪنهن بکايل ڪتيءَ وانگر وات ڦاڙي پويان

پويان ڊوڙندي هئي پوءِ جڏهن ٻار انهي تماشي مان ٿڪبا هئا تڏهن ماني اُڇلائي ڇڏيندا هئس اڳيان.

نہ چاڻ ماٽس ڪڏهن ڪم ڪار تان موٽندي هئي ۽ هن ڪي ٻانهن کان جهلي وچي جهڳيءَ ۾ اُڇلائيندي هئي. هن کي گهر ۾ مانيءَ جو سڪل ٽڪر بہ نہ ملندو هو، هتان هُتان پِني سني پيٽ پريندي هئي. اڳي پٽس نشو ڪري ايندو هو تہ رڳو ماٽس جون آهون ۽ دانهون ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. پر هاڻ تہ گڏوگڏ هن جون بہ ڪيڪون ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. عجيب عذاب هوندو هو هن جي ڪيڪن ۾ ڄڻ سموري ڪائنات تي خدا جو عذاب نازل ٿي رهيو هجي. ٻئي ڏينهن هوءَ سموري پاڙي ۾ پنهنجي بدن تي لڳل ڪارا نيرا نشان ڏيکاريندي وتندي هئي ۽ ٻڌائيندي وتندي هئي رات پٽس، ماٽس کي اُگهاڙو ڪري بوٽ سان ماريو هو. پر ماٽس کي تہ ڄڻ پرواهہ ئي ڪانہ هئي. هوءَ صبح ساڻ ٻار سينگار ڪري بنگلن ۾ ڪم تي هلي ويندي هئي، هاڻ نجاڻ ڪيترا ڦٽ هوندا هن جي ڪپڙن اندر لڪل.

هوءَ اسان جي گهر بہ ايندي هئي. در تي اچي مانيءَ جي سڻ هڻندي هئي، جي ماني نہ ملندي هئس تہ اُتي ئي پٽ تي ائين روئڻ لاءِ ويهي رهندي هئي، ڄڻ پٽس جو ڪو گهر هجي پر پيءُ جي گهر تہ هن جي ايتري بہ حجت ڪانہ هئي. اسان جي ڏاڏي پنج ئي وقت نماز پڙهڻ واري، جيسين تائين جاڳندي هئي وضوءَ ۾ ئي رهندي هئي، هن کي ڏسي پريان ئي رڙ ڪندي هئي، ”رن هيڏانهن متان اچين، سيني کي پليت ڪنديئن“. هوءَ هيسجي اُتي ئي بيٺي هوندي هئي. ”وٺ ماني“ ڏاڏي ماني اُڇلائي ڏيندي هئس ۽ هوءَ ائين پٽ تي پيل ماني ڏانهن ڊوڙندي هئي جو پل اپل لاءِ مٿس گمان ٿيندو هو بکايل ڪتيءَ جو.

اسانجن بنگلن جي پويان جهڳين جي ۽ مٽيءَ جي ڪچن گهرن جي هڪڙي قطار هئي، انهن مان هڪڙي جهڳي هنن جي بہ هئي. پنئين پاسي جي درين مان هنن جو پاڙو نظر ايندو هو. مون بہ انهن درين مان، هڪ وار ڪين پاڙي جي لوفر ڇورن اڳيان نچندي ڏسي ورتو. هن

جو اڌ اُگهاڙو، ڪارو ۽ بيمار بدن نچندي ڪيڏو عجيب لڳو هئم ۽ ڇورن جا ٽهڪ هئا جي اوچا ٿيندا ٿي ويا. ۽ پوءِ تہ جڻ اهو سڀ ڪجهہ هر ڪنهن کي تماشو ٿي هٿ آيو.

”ڪاري نچي ڏيکار تہ آنو ملندئي، ماني ملندئي.“ ۽ حڪم ملندي ئي هوءَ نچڻ لڳندي هئي. نچڻ مهل هن جو نڪ پيو وهندو هو ۽ ساهہ پرجي ايندو هئس. اکيون پورجي ويندي‌يون هئس، عجيب تماشو هوندو هو هن جي نچ ۾ جو رڳ رڳ ۾ زهر پکڙيو محسوس ٿيندو هو ۽ ڇپن تي مرڪ پکڙجي ايندي هئي.

هن کان پوءِ ٽي پيرا ماڻس کي پيٽ ٿيو پر ٻن ٽن مهينن کان پوءِ ٻار کهائي ٿي ويندو هئس جڻ ڪنهن ڪامياب بزنس مين جو بزنس اوچتوئي اوچتو تباهہ ٿي وڃي. نياڳي اهڙو نياڳ ڪٿي آئي جو برڪت ئي کڄي وئي. جنهن ڏينهن ماڻس جو ٻار کهائي ٿيندو هو پڻس زمين آسمان ڪٺي هڪ ڪندو هو. اهڙيون اهڙيون گاريون ڏيندو هو جو امان اسان جو اڱڻ تائين نڪرڻ بند ڪري ڇڏيندي هئي. هن جو آواز اسان جي گهرن تائين پهچندو هو. پڇاڙي ۾ ڪاري جون ڪيڪون ٻڌڻ ۾ ايندي‌يون هيون جڻ ڪائنات تي خدا جو عذاب نازل ٿي رهيو هجي.

شهر ۾ ماتا جو مرض پکڙيو تہ اسان جي پاڙي ۾ سڀ کان پهرين ڪاريءَ تي حملو ڪيائين.

”خدا ڪو موت ڏي هن نياڳيءَ کي“ پڻس جي رنڀ اسان جن گهرن تائين گونجندي هئي ۽ هوءَ هئي جنهن مرڻ جو نالو ئي نٿي ورتو جڻ ماءُ جي پيٽ مان ئي، صديون، يگ جنم جيئڻ جو پهہ ڪري آئي هئي. پڻس انعام جي لالچ تي ڊاڪٽرن کي اطلاع بہ ڏنو پر ڪوبہ اوهي واهي نہ وريو. هوءَ پاڻ ئي پاڻ چاق ٿي وئي. مون هن کي ٻيهر گهٽيءَ ۾ نچندي، پنهنجي چاقائيءَ جو جشن ملهائيندي ڏٺو. هن پيري مٿس ڪنهن پراڻي تربت مان نڪتل لاش جو گمان ٿيندو هئم اهڙو لاش جنهن جي رڳن ۾ زندگي اڃا باقي هجي. گوشت هن جي بدن تي

اِڪ بہ ڪونہ هو هاڻ تہ جڻ هڏن جو پڃرو هئي. سندس چهري تي ماتا جا انيڪ داغ پڪڙيل هئا ۽ سندس هڪڙي اک ختم ٿي وئي هئي. ڪيڏو پوائنتو هو هن جو رقص، موت جو رقص، زندگيءَ جو رقص.

”ڪاري! ماني ڪاڏينديئن؟“ ڪنهن هن ڪي ماني ڏيڪاري، ماني ڏسي هن جي هڪڙي اک جرڪڻ لڳي، هن جي پوائتي چهري تي زندگيءَ جي لهر پکڙجي آئي.

”ڏي- ڏي- ماني ڏي“ جي سينَ هٽندي هو ائينَ پويان پيگي چڻ ڪو ڌاڙيل هن جي زندگيءَ جو سمورو حاصل ڪنيو پيو وڃي. آئون اڄ بہ سوچيندي آهيان تہ شڪليون منجي وجن پر پيٽ جي بک جو انداز نٿو منجي سگهي. هڪڙي سڪل، پاروٿي مانيءَ جو ٽڪر هن جي زندگيءَ جو سمورو حاصل هو. ماٺس جو بزنس تباهہ ٿي ويو. پٽس نشي جو ماريل، الاءِ ڪيڏانهن هليو ويو. جوٺس بڌائيندي هئي تہ جوا جو اڏو هلائيندو آهي ۽ دلالي ڪندو آهي- ۽ هوءَ جا روز هار سينگار ڪري، وڏن ماڻهن جي زالن جا لاٿل ڪپڙا پائي ڪم تي ويندي هئي، جنهن جي ڏيءَ ڦاٽل ڪپڙن ۾، مانيءَ جي سينَ هٽندي هئي ۽ پاڙي جي لوفر ڇورن اڳيان هڪڙي آني جي لالچ تي نچندي نچندي ساٿي ٿي پوندي هئي. اُها هڪ ڏينهن اسان جي گهر آئي، امان کي انهيءَ بي غيرت کان ازل جي نفرت هئي. آئي تہ سجاٽپ ۾ نہ پئي اڇي. ڦاٽل ڪپڙن ۾، بک هن جي سڪل ٽوٽ چپن تي اٽڪيل، بيمار ۽ لٽيل. نجاڻ ڪهڙو پل هو جڏهن ڪيس ڏيٽس جو پاراتو لڳو هو. اچڻ ساڻ ئي امان جي پيرن تي ڪري پئي، ”هڪڙي پنجاهہ رپين جي، الله جي نانءُ تي ڏيوم، پلي گرويءَ ۾ اِوهان ڪاريءَ کي رکو.“ ڪيڏو لوپ هو هن جي اکين ۾ ۽ ڪيڏو عذاب هئس چهري تي پکڙيل. امان نفرت مان هن جي هٿن مان پنهنجا پير ڇڏائيندي چيو ”ملڻي اسان کو ڇوڪرين جي بازار کولي آهي ڇا؟“ انهي مهل ڪيڏي دل چئي هيمَ تہ سموري ڪائنات ڏئي هن جو پوائتو وجود خريد ڪيان. ايڏو مهانگو بہ تہ نہ هو هن جو وجود. دنيا جي هر شيءِ کان سستوئي تہ هو. هن بہ گهر

گهر وچي ڊيٽس جو هوڪو ڏنو پر هوءَ اهڙي بيڪار شيءِ هئي جنهن لاءِ ڪو گراهڪ ڪونہ هو.

ڪنهن چيو "نہ اڙي امڙ-! منهنجا ٻار تہ هن کي گهٽيءَ ۾ ڏسيوئي ڊڄيو وڃن، هن کي گهر ۾ ڏسي هو تہ اندر پير ئي ڪونہ رکندا." ائين هن جو وکرو نہ ٿيو، هن جي-بازار تہ صرف گهٽيءَ ۾ ئي لڳندي هئي.

پوءِ اوچتو هڪ ڏينهن هوءَ ڪاريءَ کي وٺي الاءِ ڪيڏانهن هلي وئي. گهٽين ۾ گونجندڙ مانيءَ جي سين ختم ٿي وئي. هڪڙو سرڪس هو جيڪو ٻہ ٽي ڏينهن تماشو ڏيکاري ڪنهن ٻئي پر هليو ويو. هن جي وڃڻ کان پوءِ جڏهن بہ مون مانيءَ جو ڪو گراهہ ڪنيو، هانوَ تي هُري آيو هن جو پوائٽتو چهرو ۽ بکايل اکيون ۽ پوءِ ٻن ٽن سڻن کان پوءِ جڏهن ڪاري اسان کان وسري وئي تڏهن هڪ ڏينهن ماٽس موٽي آئي پر هن پيري ڪاري ساٽس گڏ نہ هئي. "ڪاريءَ کي مون وڪڻي ڇڏيو" هن ڏاڍي مانَ سان اها خبر ٻڌائي، "مون هن کي هزار رپين ۾ وڪڻي ڇڏيو." ڪاري ڏاڍي سستي وڪاڻي. هوءَ اسان جي گهرن ۾ نہ وڪاڻي پر هڪڙي جاءِ اُها بہ هوندي آهي جتي عورت جي هر ڪا شڪل، هر ڪو جسم، هر ڪو روپ وڪامجي ويندو آهي رڳو اگهہ پار جو فرق هوندو آهي. ڪاري بہ اُتي هزار ۾ وڪامجي وئي.

انهن پيسن مان ماٽس پلش جو هڪڙو سيڪنڊ هينڊ گلابي وڳو جهوني مارڪيٽ مان ورتو هو، جيڪو بدن تي اوڍي هوءَ اسان ڏانهن موٽي آئي هئي. هڪڙي ڏينهن روئندي پٽيندي آئي. سندس مڙس ٻي زال وڃي ڪئي هئي، جيڪا هن کي سال بہ سال نئون ۽ موچارو ٻار ڏئي ٿي سگهي. آئون ڦُرجي ويس، جون صدائون چوڌاري پڙلاءُ بڻجي گونجڻ لڳيون. اسان سڀ لکي، هن جو تماشو ڏسڻ وياسون. جهڳيءَ ۾، هڪڙي چنل کٽ تي هوءَ اونڌو منهن ڪيو پئي هئي. هن کي اهو ئي پلش جو گلابي وڳو پيو هو. چولو هن ڦاڙي ڇڏيو هو. وارن ۾ ڌوڙ پيري ڇڏي هئائين. ٺونٺ تائين جيڪي چوڙيون پائيندي هئي انهن جا انيڪ ٽڪر پٽ تي وکريا پيا هئا. هن جو سهاڳ سلامت هو پنهنجي ٻيءَ زال سان

گڏ، هن جا اڻ خوبصورت ٻار، انهيءَ لحي زندگيءَ جو حسن ميڙيندا هوندا، هن جي ڪاري ڪوجهي ڌيءَ هٿون هٿ وڪامجندي هوندي. انهيءَ لحي هوءَ ڪنهن ڏهاڳڻ وانگر ائين ماتم ڪري رهي هئي جنهن جي مڙس جو جنازو هن جي آڏو رکيو هجي، جيڪا ڦوهه جوانيءَ ۾ ڏهاڳڻ ٿي وئي هجي، جنهن جو مڙس هن جي هنج ۾ ڪابہ نشاني نہ ڇڏي ويو هجي.

هن اکيون پٽي اسان ڏانهن نهاريو، ڪيڏي وحشت هئي هن جي اکين ۾. هوءَ اٿي ۽ ڊوڙي اچي مون کي ٻاڪرن ۾ پريئين، "منهنجي ڌيءَ-منهنجي ڪاريِ- منهنجي ڪاري ڌيءَ" انهي لحي هرڪو چهرو هن کي ڪاريءَ جو چهرو ٿي نظر آيو. هن جي ٻانهن ۾ سموري ڪائنات جي طاقت هئي. آئون هن جي ٻانهن مان پاڻ ڇڏائي پڳيس هوءَ بہ پويان ڊوڙندي آئي، واڻ تي جيڪو بہ ٻار ڏٺئين انهي کي "منهنجي ڪاري ڌيءَ"چئي ڪٽي ٻاکر وڌئين. سوچيندي آهيان هن ڪاريءَ کان سواءِ بہ اڻ ٻار جنم ڏنا پر انهي لحي ڇو هڪڙي ڪاريءَ جو چهرو هن جي ذهن ۾ واسو ڪري ويو. هڪڙيءَ ڪاريءَ جي ئي نانءُ جي صدا ڇو هن جي چپن تي اٽڪي پئي هئي. چاق ٿيندي هئي تہ ڪم تي هلي ويندي هئي. دورو پوندو هئس تہ سجاڻپ ۾ ڪانہ ايندي هئي. مڙس وڻ وئي تہ سندس پهاچ ڏڪا ڏئي ڪڍيس، مڙس کي تہ ازل کان هن کي مارڻ جي عادت هئي سو هوءَ بدن تي ڪارا نيرا نشان سجائي موٽي آئي. ڪاريءَ کي واپس آڻڻ لاءِ هن پائي پائي گڏي هزار رپيا گڏ ڪيا پر هوءَ تہ نباڻ وڪامندي وڪامندي الاءِ ڪيڏانهن هلي وئي هئي.

"اجا تہ هن کي ڪاريءَ جون پٺون لڳنديون، اجا ڪٽي ڪم پيو آهي". هن جا سڏڪا ۽ آهون ٻڌي امان نفرت منجهان چوندي هئي. سچ پچ هن کي ڪاريءَ جون آهون لڳيون هيون. قدرت هن کي ڪاريءَ جي شڪل ڏسڻ لاءِ ڪيئن ڪيئن نہ ترسايو. ڪاري جا هن لاءِ واريءَ جو ننڍڙو ذرو هئي سا هن جي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي تمنا بڻجي وئي.

۽ ائين ڪيئي ڏينهن لنگهي ويا. هڪ ڏينهن هوءَ الاءِ ڪٿان الاءِ ڪيئن ڪاريءَ کي پڪڙي آئي. سڄي پاڙي ۾ ڳالھ پکڙجي وئي تہ ڪاري اڇي وئي. امان تہ هاڻ اسان جو گهٽين ۾ نڪرڻ بند ڪري ڇڏيو هو نہ تہ ڪيڏي دل چئي هيم تہ ٻاهر ڊوڙي وڃي ڪاريءَ جي آجيان ڪيان. دريءَ جي چاريءَ جي پويان ڪان مون گهٽيءَ مان ڪاريءَ جو جلوس لنگهندي ڏٺو. اهو ئي پوائنٽو چهرو، اها ئي هڪڙي اک، اهي ئي سڪل ٺوٽ چپ جڻ اجهو هينئر اهي چپ چرندا ، "ماني ڏي-ماني ڏي" پر اهي چپ نہ چريا. مون حيران اکين سان ڏٺو. هن جو پيٽ ڦوڪٽي وانگر ڦوڪيل هو. هن جو قد اڳي کان گهٽو وڌي ويو هو. ڪاري جوان ٿي وئي هئي. هاڻ هوءَ گهٽين ۾ نچڻ واري ٻار نہ هئي. انهيءَ جو ثبوت هن جو ڦوڪٽي وانگر ڦوڪيل پيٽ هو.

هن سان گڏ ماٺس بہ هئي. هلندي هلندي ڪٽي ياڪر ٿي پاتائينس يا هن جو پوائنٽو چهرو ٿي ائين چميائين جڻ اهو ڪاريءَ جو چهرو نہ پر ڪو مقدس ڪتاب هجي. ڪيڏو عذاب هو ڪاريءَ جي چهري تي ۽ ڪيڏي زندگي هئي هن جي ماءُ جي اکين ۾. ڪاري اڇي تہ وئي پر هو جهڳيءَ کان ٻاهر نہ نڪرندي هئي. هوءَ مانيءَ جي سيڻ نہ هٽندي هئي. ڪڏهن ڪو لوفر ڇورو ٺنڊيڻ ۾ ڪاريءَ کي ماني ڏيکاري چيڙائڻ وارو، هنن جي جهڳيءَ جي اڳيان لنگهندو هو تہ چئي ڏيندو هو "ڪاري! ماني کائيندين؟" ورانڊيءَ ۾ ماٺس ٻاهر نڪري ايندي هئي "ماني وڃي ڪاراءِ ماٺهين ۽ پيٽين کي، ماني ڪاراءِ پنهنجين جوئين کي."

مون کي ڏاڍي سڌ هئي تہ ڪاريءَ کي گهٽيءَ ۾ نچندي ڏسان، هن کي مانيءَ جي سيڻ هٽندي ٻڌان پر هوءَ تہ موت جهڙي سانت ڇپن تي اٽڪائي آئي هئي. ماٺس کي تہ جڻ ڪو خزانو ملي ويو هو. ڏينهن رات جڻ ڏيٺس جي پوڄا ڪندي هئي. ٻڌو هئم تہ ڪاري ماٺس سان ڳالهائيندي ئي ڪانہ هئي، ماٺس کي ويجهو اچڻ ڪانہ ڏيندي هئي پر ماٺس تہ خوش هئي، بي انتها خوش هئي. هاڻ هن کي دورا بہ نہ پوندا هئا. هاڻ هو پاڙي جي ٻارن جي پويان بہ نہ ڊوڙندي هئي ۽ ڪاري

هئي جنهن پنهنجو نئون روپ نٽي مٽايو، جنهن ڇپن تان ماٿ جا ٽلف نٽي لاٿا پر ماٿس جي گيان ڏيان ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو.

”پاڙي ۾ ڪنواريون ڇوڪريون ويٺيون آهن، رن کي ٻاهه لڳي، گناهن جي هڙ پاڻ سان کڻي آئي آهي“. وڏڙين دڙيو پر ڪنهن ۾ ايڏي طاقت هئي جو ڪاريءَ جي ماءُ جي هوندي ڪاريءَ لاءِ ڪجھ چوي.

۽ پوءِ جنهن رات ڪاريءَ جي ڦوڪيل پيٽ مان گناهن جي انهيءَ هڙ جنم ورتو انهيءَ رات ڪاريءَ جون ڀوائتيون رڙيون اسان جي گهرن جي بند دروازن کي چيرينديون اسان جي ڪنن ۾ پڙلاءُ بڻجي گونجڻ لڳيون. ماٿس در در تي هٿ ٻڌي آزيون نيازيون ڪرڻ وئي تہ ڪو ڪاريءَ جو هلي ويم ڪري نہ تہ هوءَ مري ويندي پر ڪير وڃي. هوءَ در در صدا ڏيندي رهي ۽ ڪاريءَ جون ڪيڪون ڇوڏاري پڙلاءُ بڻجي گونجنديون رهيون، ڄڻ ڪائنات تي خدا جو عذاب نازل ٿي رهيو هجي.

”رن جي بي حيائي تہ ڏسو جهڙو ڪو حرامي ٻار ڄڻائڻ اسان جو ڏنڊو هجي. نياڻيون گهر ۾ ويٺيون آهن، تنهن ڪان ٻڌي مرجي“. امان کي ازل کان نفرت هئي. رات جي پڇاڙڪن لمحن ۾ ڪاريءَ جون رڙيون هوريان هوريان ماٺ ٿي ويون ڄڻ طوفان. ماٺ ۾ اچي ويو هجي. ڄڻ قدرت کي سڪون اچي ويو هجي ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڪاريءَ جي ٻار جي روئڻ جو هلڪو هلڪو آواز ايندو رهيو.

صبح جو ماٿس گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ پاڳلن وانگر پي ڦري. هن جا ڪپڙا ڦاٽي ويا هئا، هن جي وارن ۾ ڌوڙ پيريل هئي، هن جي اکين ۾ ڪائنات جي سموري وحشت هئي، ۽ هن جي هنج ۾ ڪاريءَ جي اڇي موچاري ڌيءَ هئي، جنهن کي ڇاتيءَ سان لڳايو هوءَ رڙيون ڪري رهي هئي، ”منهنجي ڪاري مري وئي، هاءِ منهنجي ڪاري مري وئي- مون سان ظلم ٿي ويو- مون سان ڪيس ٿي ويو“ هوءَ ڪاري جي ڌيءَ کي هنج ۾ کڻي وچ گهٽي ۾ ويهي رهي، لڙڪن جي قطار هن جي ڳلن تي پکڙجي آئي. ڪاريءَ جو نانءُ هن جي سڪل ٺوٺ ڇپن تي اٽڪيل هو.

ماڻهو اهو نئون تماشو ڏسڻ لاءِ هن جي چوڌاري بيٺا هئا، هوءَ هر ڪنهن کي ڪائنات جو سڀ کان وڏو الميو ٻڌائي رهي هئي ”ڪاري مري وئي.“ هن جي هنج ۾ ڪاريءَ جي ڏيءَ ٻک کان روئڻ لڳي، هن روئندي روئندي هن ڏانهن نهاريو پوءِ اوچتو هن کي ڇاتيءَ سان لڳائي چوڻ لڳي ”منهنجي ڪاريءَ کي ٻک لڳي آهي- ڪاري ماني کائيندي- ڪاري کير پيئندي.“ هن پنهنجو ڦاٽل چولو مٿي کنيو ۽ پنهنجي سڪل پوڙهي ڇاتي ڪاريءَ جي ڏيءَ جي وات ۾ وجهي ڇڏيائين.

# انسان

سج ماڻھوءَ جي من جيان ھوريان ھوريان ٻڏندو آھي-
ٻڏندڙ سج جي آخري ڪرڻي ڪن لاءِ ٽمڪو ڪيو ۽ اُجھامي ويو.
ساڻ ئي اُجھاڻو ھو روڊ جي ڪاري ماتمي ڇاتيءَ تي ڦھليل سندس پاڇولو-
ھو پنھنجي سڄاڻپ ڪان ڪٽيل شھر جو اڪيلو ماڻھو آھي-
ائين ڀائيندو آھي ڄڻ سندس سڃاڻپ ڪنھن تيز رفتار بس ھيٺ اچي چيڀاٽجي مري چڪي-
"ڪير آھيان مان"!!؟-
"ھن شھر ۾ ڪھڙو نڪاڻو آھي منھنجو!!؟؟"
ھو ڪلھن تي پنھنجي صليب کنيو پيو ھلي-
ھن ڌرتيءَ جي اھڙي ڪھڙي ڪنڊ آھي جتي ھو اھا ڀاري صليب کوڙي سگھي-
(پنھنجو پاڻ مصلوب ڪرڻ لاءِ ۽- ھر ماڻھو صليب تي ٽنگيو پيو آھي)-
ڌرتيءَ جي ھر ڪنڊ تي جنگ جو خطرو آھي-
امن ناھي-
ماڻھوءَ جي سڙندڙ رت ۽ ماس جي باس آھي-
گھر- خوبصورت ۽ سجايل گھر-
ٻار- گلن جھڙا-
عورتون- جن جي انگ انگ ۾ مٽيءَ جي سڳنڌ آھي-
مڙد- جن جي ٻانھن جي گھيري ۾ ڪائنات آھي-
ڇا سڀ ڪجھ ناس ٿي ويندو!!؟-

او خدا!!-
ڇا سڀ ڪجهه ناس ٿي ويندو!!؟-
ڊرڻيءَ جي اُجاڙ- پوڙهي ڇاتيءَ تي بس رهجي ويندا مئل ماڻهن جا هڏا!!-
هڏ، جيڪي هوريان هوريان مٽي بڻجي ويندا-
مٽي ماءُ آهي-

هو پنهنجي سجاڻپ کان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو آهي-
سندس اکين منجهه جڳن جنمن جا اوجاڳا آهن-
شهر جي سمورن رستن ۽ گھٽين ۾ هن جي پيرن جا نشان آهن-
سمورن بند دروازن جي ڪنڊن ڇاتين تي هن جي هٿن جا نشان آهن-
(گهر- قبرن سمان بند آهن. هر گهر ۾ جيئرا ماڻهو مئا پيا آهن)-
هو آهي جو نه جيئي ٿو نه مري ٿو ۽ هي جيئڻ به ڀلا ڪو جيئڻ آهي!! (سوچي ٿو!!)-
گگهه اونداهي آهي، جنهن منجهه عالمي طاقتن جا ڪارا اينٽي ڏند ڪرڻ- ڪرڻ ٿا ڪن-
نيوٽران بم جو زهر سندس رڳ رڳ ۾ لهندو ٿو اچي-
سندس هرڪا وک اوجها سينيٽوريئم ڏانهن ٿي کڄي-
۽ هو روز تصور ۾ U.N.O جي عاليشان بلڊنگ کي باهه لڳائيندو آهي-
هو روز تصور ۾ هائيڊ پارڪ ۾ مظاهرا ڪندو آهي-
(سندس ملڪ ۾ اهڙن مظاهرن تي پابندي آهي)
روز صبح جو اخبار ڇپ ڪڍي کيس چيڙائيندي آهي-
دنيا جي گولي تي رت سيرون ڪري وهي ٿو-
ماڻهو ماڻهوءَ کي ڇاڇا ڏئي کائي رهيو آهي-

سڀ ڪجهه ناس ٿي رهيو آهي-
تصور ۾ ايري ايندو آهيس آفريڪا جو بکيو- اُجيو- هڏن مٺ جهڙو ٻار-
بک موت ٻڻجي ڳڙڪائي وئي آهي سندس ماءُ کي-
هو ماءُ جي پگهرندڙ لاش جي سيرانديءَ ڇا ويٺو سوچي!!؟-
ڇا مان پنهنجي مئڙي امڙ- پياري امڙ جي گوشت سان پنهنجو پيٽ ڀري سگهان ٿو!؟-
مون کي بک ٻه تہ ڏاڍي لڳي آهي-
مون کي بک ٻه تہ ڏاڍي لڳي آهي-
هن ٻار کي ڪوئي آهي جو ايٽمي بارود ڪارائي هن جو پيٽ ڀري!!؟-
ٻار اٿي ٿو ۽ ماءُ جي ڇاتيءَ ۾ ڪپائي ٿو ڇڏي پنهنجا ڏند-

هو پنهنجي سڄاڻپ کان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو آهي-
سندس پيٽ ۾ ڳالهين جا گهاٽا- ڊگها وڻ آهن جي وڌندا ٿا وڃن-
سندس وات ۾ هڪڙي چپ ٻہ آهي-
(خدا، ماڻهوءَ کي زبان ڏني آهي ڳالهائڻ لاءِ-)
ڪوئي اندر ئي اندر ڏونڌاڙيندو آهيس-
ڳالهاءِ- ڳالهاءِ- ڳالهاءِ-
ڇؤ تہ منهنجي آتما آزادي ٿي چاهي-
ڇؤ تہ مان جيئڻ ٿو چاهيان-
ڇؤ تہ--!!؟؟؟-
ڇؤ تہ -- !!! ؟؟؟؟-
هو ڳالهائڻ لاءِ وات کوليندو آهي هوريان- هوريان- ڪو لفظ اچا ٻولڻ چاهيندو آهي تہ اوچتو وات رت مان ڀرجي ويندو اٿس-
چپ ڪپجي اچي هٿ ترىءَ تي ڪرندي اٿس-

هو ڪپيل جپ هٽ ترِيءَ تي ڪنيو شهر جي سنسان رستن تي پيو رلندو آهي-
ڪپيل جپ تيسين ناهي ٻيهر جڙي سگهندي،
جيسين تائين هو ڪجهه به نه آکڻ جو وچن ناهي ڏيندو-
ڪنهن جڳ ۾ هو "سچ" جي نانءُ سان کهاڻيون به لکندو هو-
اڄڪله ته سندس سيئي هٽ اگريون وڍيون پيون آهن-
هو سڀ ڪجهه اکيون مچڪائي مچڪائي ڏسندو ئي رهندو آهي-
اندر ئي اندر پيو ڪامندو ۽ سڙندو آهي-
(چاڻي ٿو ته ائين سڙندي پچرندي مري ويندو هو)-
لوڪ جو خيال آهي ته شايد هن جا پير وڍيا پيا آهن-
تڏهن ئي ته هو هڪڙي ئي دائري ۾ پيو ڦرندو آهي-
نستو ئي ڊهي پوندو آهي-
ساهه پٽڻ چاهيندو آهي جو پٺن تي ڇهڪ جو سڪو ٿيندو آهي-
هو ٻيهر اٿي ڦرڻ لڳندو آهي-
پگهر ۾ شم ٿي ويندو آهيس تن ۽ ساهه پرجي ايندو آهيس-
سندس سهڪر جو پڙلاءُ پوريءَ ساريءَ تي گونجندو آهي-
(پر لوڪ ته ٻوڙو آهي ۽ لوڪ کي ڪانهي سڌ ته هر ڪنهن جو ساهه پرجي آيو آهي)-
هن جي اکين تي ڪويا چڙهيل آهن-
پر- هو انهن منجهان به ڏسي سگهندو آهي (۽- سوچيندو آهي)،
ڪاش مان انڌو به هجان ها-
پوڳيندو ته بس اهوئي آهي،
جنهن جون اکيون ته هونديون آهن-
پر- جپ ڪپيل هوندي آهي-

. . .

هو پنهنجي سجاڻپ کان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو آهي-

اُجهاڻو پيو آهي اندرئي اندر-
پيڙائون وک- وک تي سندس پيڇو ڪنديون آهن-
وٽس جيئڻ جو ڪوبہ ڪارڻ ناهي-
پاڻ کي مطمئن ڪرڻ لاءِ تڏهن بہ وٽس هزارين ڪارڻ گهڙيا رکيا آهن-
سوچيندو آهي: ڪڏهن تہ روشني ٿيندي،
(۽ ڪيس اها بہ سڌ آهي تہ روشني ڪڏهن بہ نہ ٿيندي- ڪڏهن بہ نہ ٿيندي)-
سگريٽ جي ٻوٽ ۾ چرس ڀري- نشي ۾ الوٽ،
هو رات جي گگهہ اونداهي کان فرار ٿيو چاهي-
ان گگهہ اونداهي ۾ هن ڦاڙي ڇڏيون آهن ڪاڳر جون سڀ ڊگريون (ڦاڙي ڇڏيا آهن حياتيءَ جا، اڻيڪ املهہ سال)،
۽ ڦاٽل ڪاڳرن جا ٽڪر سندس من جي سنسان صحرا ۾ بہ اڏاڻا هئا-
سڀ بڪواس آهي-
ڪوڙ آهي- ڏوڙ آهي-
خوبصورت ذهنن کي تيلي ڏيو ساڙيو پيو وڃي-
باهہ جي مچ ۾ جلائي پئي وڃي هرڪا ڌڙڪندڙ دل-
بند دروازا ڪڙڪائي ڪڙڪائي نيٺ بہ تہ هٿ ڇٽي پوندا-
هو No Vacancy جو پوسٽر سيني تي سجائي مري ويندو-
ائرڪنڊيشنڊ آفيسن ۾ ويٺل خوبصورت ذهنن جا واپاري، ڪڏهن بہ ڪونہ مرندا-
شڪست مسلسل شڪست-
بي وسيءَ جي عجيب ڪيفيت هيٺ پيڙهجندو رهندو آهي-
سوچيندو آهي: ڇا اسانجا هي ڇٽيل هٿ،
سڙيل رک ٿيل خوبصورت ذهن،
۽- ڌڙڪندڙ دليون،

سڀ عجائب گهرن جي شوڪيسن ۾ سجايا ويندا!.
صدين تائين نسلن جا نسل ڏسڻ ايندا انهن کي-
ڏاها، پنهنجي پنهنجي دور جا، ڪتابن ۾ لکندا،
هٿ ڪپي ڇڏيو پنهنجا، ان ڪان اڳ جو اوهانجا هٿ ڪپيا وڃن-
چپ سبي ڇڏيو، ان ڪان اڳ جو چپ ڪپي وجي اوهان جي-
اکين تي ڪويا چاڙهي ڇڏيو، ان ڪان اڳ جو پيڙائون اوهانجو نصيب بڻجن-
اندر ئي اندر مري وڃو- مري وڃو- مري وڃو-
تڏهن به سوچيندو آهي،
ڪڏهن ته روشني ٿيندي!!-
(۽ ڪيس اها به سڌ آهي ته روشني ڪڏهن به نه ٿيندي-
ڪڏهن به نه ٿيندي)-

هو پنهنجي سڃاڻپ ڪان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو آهي-
سندس سانوري تن جو رت ۾ ست سڪندو ٿو وڃي-
نٿهڻ اُس ۾ ڪارائجي ويو آهيس رنگ-
آڪاس سان ڳالهيون ڪندڙ بلڊنگن هيٺان لنگهندي، سندس پاڇولو به ڪانئس ڪوئجي ويندو آهي-
(هو تصور ۾ روز انهن بلڊنگن کي باهه ڏيندو آهي ۽ ڪيس روز انهن هيٺان لنگهڻو پوندو آهي)-
ساهه گهٽيندڙ باس ايندي آهيس انهن مان-
رت جي باس-
پگهر جي باس-
پگهرندڙ ماس جي باس-
سڀ ڪجهه ائين ٿيڻ نه گهرجي جيئن ٿيندو پي آيو آهي-
هو رستي هلندي پگهر ۾ شم مزدور کي ٻانهن کان پڪڙڻ

چاهيندو آهي-
ڀڄ!!- او- ٻوڙا- ڀڄ!!- غور سان ڀڄ!!-
تنهنجي رت جي هر ٻوند- پگهر جي هر ٻوند- تنهنجا سپنا- او-
سڀ ڪجهه،
چؤ واٽي تي نيلام ٿي رهيو آهي-
پاڳل!!- .وڳهري- وڳهري مري ويندين-
تنهنجي گهر جي ڇت برسات ۾ ٽمندي ئي رهندي-
او- گونگا!! - ڪجهه تہ ٻول- ڪجهه تہ ٻول-
پنهنجي رت جا سڏڪا نٿو ٻڌين انهن ديوارن مان!!؟؟
۽ پوءِ ڪيس اها سڌ پئي هئي،
جيئن تہ هر ڪنهن جي ڪپي پئي آهي-
اکڻ لاءِ لفظ تہ ڪوڙ آهن-
پر اسان لفظن کي سوريءَ چاڙهي ڇڏيو آهي-
گونگا- ٻوڙا- انڌا ماڻهو،
لاش- لاش ماڻهو،
گمنام لاشن جو هجوم آهي-
گمانيءَ جو سنسان قبرستان آهي-
حياتيءَ جو ڪوڙو- بوڪس- فلاپ ناٽڪ آهي-
بلڊنگون تهائين اوچيون ٿينديون ٿيون وڃن-
۽ انهن هيٺان لنگهندي ڪائنس سندس پاڇولو بہ ڪوئجي ويندو
آهي-

هو پنهنجي سچائپ کان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو-
سوريءَ تي ٽنگيل پنهنجي آتما جو ماتمي-
هن شاندار جيٽ ايج جي رڳن ۾ ڪينسر جيان ڦهلجندو ٿو وڃي-
پاري پٽرائين ڇپ هيٺان دفن سندس آتما-

هر ڪنهن رڙ جو جيتوڻيڪ ڳلو گهٽي ڇڏيو آهيس،
تڏهن بہ سندس اندر جي ايوانن ۾ راڙو راڙ متي پئي آهي-
هو چڻ ڪو ماتمي آهي-
رنگ ۽ نسل جي فرق تي ڏڪاريل ماڻهن جو ماتم-
اسپتالن جي ڊاڪٽرن تي مرندڙ هزارن لکن انسانن جو ماتم-
ايٽمي طاقتن جي پاڇولن ۾ بک وگهي مرندڙ انسانن جو ماتم-
ايڏي گهگهه اونداهي ۾،
هو ڪربلا جي وشال ميدان ۾ بيٺل اڪيلو ماتمي آهي-
(هاءِ- هاءِ- هاءِ)-
هو نسيني تي هٿ هڻندو آهي ۽ پنهنجن سڏڪن جو ڳلو گهٽيندو آهي-
(هاءِ- هاءِ- هاءِ)-

هو پنهنجي سڃاڻپ ڪان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو آهي-
پاڳل خاني جي ديوارن سان سر ٽڪرائيندو آهي اڄڪلهہ-
(ساري پاڳل خاني ۾ هو اڪيلو ئي پاڳل آهي، جيڪو پاڳل ناهي)-
خوبصورت ذهنن جا واپاري ڪيس انهن ديوارن ۾ پوري ويا آهن
اٿهئيءَ لاءِ- دروازن تي ڀاري قلف چاڙهي ويا آهن-
چانئٺ تي ڪنڊا پوڪي ويا آهن-
سندس چٽيل هٿ ۽ ڇپ ميوزم جي شوڪيسن ۾ رکيا ويا آهن-
سندس روشن اکيون اونداهي ۾ انڌيون آهن چڻ-
شهرن جا شهر آهن، جي اجڙندا ٿا وڃن-
ماڻهو هڪ ٻي جو سورو رت چوسي چڪا-
ڳجهون (عالمي ايٽمي طاقتون) ماڻهوءَ جو ماس پٽي چڪيون-
بک جو ڀوت ماڻهوءَ جي پيٽ تي قبضو ڪري چڪو آهي-
ڪائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي-

(پيٽ کي پٿر ٻڌي ڇڏيو-
ماڻي بارود آهي جا ايٽم بم جي پيٽ ۾ پيري پئي وڃي.
پيٽ کي پٿر ٻڌي ڇڏيو)
ڪتاب سيئي ساڙي ڇڏيو-
صبح ڪڏهن به نه ايرندو- ڪڏهن به نه ايرندو-
پنهنجين پنهنجين قبرن ۾ دفن ٿي وڃو-
رات ڏاڍي ڏکي آهي،
۽ ان رات جي پڇاڙيءَ تي قيامت جو رقص آهي-
قيامت، جنهن جي ٻانهن ۾ رقص ڪرڻ وارن جي ڏکي قطار آهي-
بکين اگهاڙن انسانن جي قطار
جن جا گهر اجڙي چڪا-
سک جا سپنا بک جي چرنن تي دان ٿي چڪا آهن جن جا-
قيامت جون ٻانهون ڏاڍيون ڏکيون آهن-
(۽- اهو سڀ هو پاڳل خاني جي بند ديوارن ۾ پيو سوچيندو آهي-
لوڪ ته ٻوڙو آهي ۽ هاڻ ته هن جا سڏ پڙاڏا پاڳل خاني جون
ديوارن اڪري به نٿا سگهن-
هو بس سوچيندو پيو آهي.
۽ .هر سوچ کي سوريءَ پيو چاڙهيندو آهي)-
سوچيندو آهي: ڪير آهيان مان!!؟
ڪهڙي دوش ۾ هتي پوريو ويو آهيان!!؟
ڪيس بس پنهنجو هڪ ئي ٽالو سجهي ٿو (انسان)-
ڪيس بس پنهنجو هڪ ئي دوش سجهي ٿو (سندس انسان هئڻ)-
۽ هو پيريل ڪائنات ۾ لوڪ جي هجوم ۾ اڪيلو انسان آهي،
(سو به پاڳل خاني جي ديوارن ۾ بند، اڪيلو- مئل)-
۽ ڪيس پاڳل خاني جي ديوارن ۾ پورڻ ڪان پوءِ،
ڪائنات ۾ موت ۽ بک جو رقص تهائين تکو ٿي ويو آهي-
ڪيس سڀ سڌ آهي،

پر هو ايڏي ·گگهه اونداهي ۾ ڪري بہ ڇا ٿو سگهي!!؟؟
روشنين جا سپيئي ڏيئا هو ڪانئس ڦري ويا آهن-
سورج جي اک انڌي ڪري ويا آهن-
(انڌو سورج اپرندو بہ آهي پر هن جي روشنيءَ ۾ بہ گگهه اونداهي ٿيندي آهي)-
هو چپ چاپ مري رهيو آهي-
اجهامي رهيو آهي-
۽ جنهن ڪوٺيءَ ۾ کيس پاڳل سمجهي پوريو ويو آهي،
ان ڪوٺي. جي ٻاهران امن-آزادي ۽ سک جو سورج،
آس جي شهزادي،
۽ سچ جو نوجوان شهزادو،
آدجڳاد کان جڻ سڏڪا ڀري روئڻ پيا-
ديوارن سان سر ٽڪرائين ٿا-
(انسان- انسان- او- انسان
هو سڀ کيس رڙيون ڪري پڪاريندا آهن)-
پر هو اندر مو پيو آهي-
هوريان هوريان سندس بدبودار لاش وگهري رهيو آهي-
۽ جڏهن جڳن پڇاڻان پاڳل خاني جا دروازا کلندا تہ،
ڪجهه بہ نہ هوندو اتي-

هو پنهنجي سڃاڻپ کان ڪٽيل شهر جو اڪيلو ماڻهو هو-

# ڪربلا

پتڪڙو هئس. تڏهن، اسڪول ويندو هئس ڦاٿل ڳوٿري ۾ ڪتاب وجهي. رات جو جڏهن امان ڪان ماني گهرندو هئس- تڏهن امان مون کي ماني ڏيڻ بدران آسمان تي تارا ڏيکاريندي هئي.

هو ڏس پٽون- هو آهي ٽيڙو- ۽ هوءَ کٽ آهي.

اٺين تارا تڪيندي تڪيندي نجاڻ ڪنهن مهل اک لڳي ويندي هئم. صبح جو چوندي هئي تہ تون اسڪول هل، آئون ڪنيو ٿي اچان ماني، آئون سڄو وقت در ۾ اکيون اٽڪايو ويٺو هوندو هئس. منهنجي پيٽ ۾ ڄڻ ٻليون پيون وڙهنديون هيون. پر امان ڪانہ ايندي هئي. منهنجين اکين ۾ لڙڪ اچي ويندا هئا ۽ آئون انهن کي لڪائڻ لاءِ اکين آڏو ڏئي ڇڏيندو هئس ڦاٿل- ساٿل ڪتاب.

منهنجي هڪ وڏي ڀيڻ بہ هوندي هئي. سڄو وقت نجاڻ ڇا پئي سوچيندي هئي ۽ ڪڏهن سوچيندي سوچيندي اکين ۾ لڙڪ اچي ويندا هئس. شايد امان انهيءَ کي بہ مون وانگر مانيءَ جا آسرا ڏيندي هوندي. ٻيو هڪڙو پتڪڙو ڀاءُ بہ هوندو هئم. ڇنل ڪٽ جي جهول ۾ پيو هوندو هو. هن جي تن تي ڄڻ ماس هوندو ئي ڪونہ هو. بيمار هوندو هو شايد. مون کي ياد آهي هن جي وات تي سدائين مکين جا ميڙ هوندا هئا-.هو انهن پڻ پڻ ڪندين مکين سان ڳالهائيندو هو شايد، آغون- آغون ڪري. بابا صبح سانڻ نڪرندو هو گهران ۽ لوڪ ستي موٽندو هو. امان ڳل تي هٿ رکيو پئي بابا جو اوسيئڙو ڪندي هئي. نجاڻ ڇا پئي پٽڪندي هئي ۽ روئندي ويندي هئي. ۽ جڏهن بابا موٽندو هو تڏهن هوءَ ڄڻ سڏڪن ۾ پئجي ويندي هئي. آئون

پنهنجي مٿان پيل ڦاٽل ڳوڻ جي ڳڙک مان پيو ڏسندو هئس. بابا پٽ تي ڪنڌ لاڙي اکيون پوري ڇڏيندو هو ۽ هوءَ سڏڪندي ويندي هئي. ڳالهائيندي ويندي هئي- نجاڻ ڇا ڇا پئي چوندي هئي- پر هن جون ڳالهيون ٻڌي ڳوڻ اندر منهنجون اکيون بہ لڙڪن مان ڀرجي ويندي‌يون هيون. نيٺ بابا بہ سڏڪي پوندو هو. ٻئي هٿ ڪٽي امان آڏو جوڙيندو هو- چوندو هو ”جنت!- تون روز روز ڇو ٿي منهنجن ڦٽن تي لوڻ ٻرڪين- آئون ڀلا ڇا ڪريان- ڪيڏانهن وڃان- منهنجي پيرن ۾ تہ ٿڦون پئجي ويون آهن هاڻي- ڪٿي بہ روزگار نٿو ملي- تون سمجهين ٿي منهنجو هاڻ نٿو جهري، هنن کي ٻکيو سهندو ڏسي- آئون تہ اوهان جي ڪري آپگهات بہ نٿو ڪري سگهان جنت!- نہ تہ خدا شاهد آهي- جيئڻ ڪاڻ دل نٿي چوي-“ ائين چئي هو سڏڪن ۾ پئجي ويندو هو، بلڪل امان وانگر. منهنجي دل چوندي هئي تہ آئون بابا جا لڙڪ وڃي اگهان پر آئون چپ چاپ ٻي سٽو پيو هوندو هئس ڦاٽل ڳوڻ جي اندر ۽ ٻک جو احساس تهائين وڌي ويندو هو.

اسان جو گهر هڪ اونداهين بدبودار گهٽيءَ جي ڇيڙي تي هوندو هو. بي حد پراڻو- سوڙهو ۽ اونداهو ڪمرو جنهن ۾ ڪابہ دري ڪانہ هوندي هئي. امان چوندي هئي ”هي گهر ٽوروئي آهي- هيءَ تہ جيل جي ڪولي آهي- انهيءَ کان بہ ابتر“. هڪڙو ننڍڙو اڱڻ بہ- جنهن جي هڪڙي ڪنڊ ۾ رڌڻو (جيڪو ڪڏهن ڪڏهن ئي آباد ٿيندو هو) ٻي ڪنڊ ۾ ڪاڪوس ۽ ٽين ڪنڊ ۾ وهنجڻ جي جاءِ (جتي پاڻيءَ جي بي پناهہ کوٽ جي ڪري ڪير وهنجندو بہ ڪونہ هو). ڏاڍي باس هوندي هئي اسان جي گهر ۾. اهڙا انيڪ گهر هوندا هئا پاڙي ۾. شام ٿيندي هئي تہ اسان پاڙي جا ٻار گهٽيءَ ۾ ڦهليل اونداهيءَ ۾ لڪ لڪوٽي راند رهندا هئاسون. اسانجن گهرن جي پويان پڪو پختو ڏامر جو ڪارو روڊ هو ۽ روڊ جي هن پار نجاڻ ڇا جو ڪارخانو هو جنهن جو ڪارو دونهن سڄو ڏينهن سڄي رات پيو اسانجن گهرن مٿان لنگهندو هو...... پاڙي جا گهڻا ڀاڱي مڙد انهيءَ ڪارخاني ۾ مزدور هئا. مون کي

خواب وانگر ساروڻا آهن تہ بابا بہ انهيءَ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. تڏهن اسان بہ ويلا ماني ڪائيندا هئاسون پوءِ هڪ ڀيرو انهيءَ ڪارخاني ۾ ڏاڍو گوڙ ٿيو هو. ماڻهن جو هجوم هو، جيڪو ٻانهون لهرائي لهرائي رڙيون ڪري رهيو هو. انهن جا منهن ٽيپي ٽامو ٿي ويا هئا ۽ انهن سيني جي اڳيان اڳيان هو منهنجو بابا. هن جي هٿ ۾ ڪارو جهنڊو هو ۽ هو ڪجھ ڳالهائي رهيو هو. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ بابا ڪڏهن بہ ڪارخاني ڪونہ ويو. سندس نوڪري ختم ٿي وئي هئي. بس اهو ڏينهن هو جڏهن کان اسان بہ ٻہ ڏينهن ماني ڪائڻ ڇڏي ڏني هئي. شروع شروع ۾ آئون ۽ ڀيڻ ڏاڍو روئندا هئاسون پر پوءِ اسان کي عادت پئجي وئي هئي انهيءَ بک جي. جيڪڏهن بک لڳندي بہ هئي تہ تارا ڳڻڻ لڳندا هئاسون. ائين اک لڳي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن امان ٻہ ڪٽي انهيءَ ڪارخاني کي پٽيندي هئي "شل باھ لڳي انهي ڪارخاني کي" پر باھ نہ لڳي هئي انهي کي.

انهن ئي ڏينهن امان جو پيٽ مٽ وانگر پرجڻ لڳو هو آئون ڀيڻ کان پڇندو هئس "ڀيڻ! امان جي پيٽ ۾ ڇا آهي؟"- ڀيڻ ڏاڍي عقل واري هوندي هئي. ڪي ڪن سوچي پوءِ چوندي هئي- 'ٻار آهي امان جي پيٽ ۾' پر امان کي ڪابہ خوشي ڪانہ هئي پيٽ ۾ ٻار جي. ڪڏهن ڪڏهن جڏهن هوءَ بابا سان گهڻو اٽڪندي هئي تڏهن پيٽ تي مڪون هڻندي ويندي هئي ۽ چوندي ويندي هئي 'اِنهيءَ مصيبت کي بہ هينئر اچڻو هو. آهي ڪائڻ لاءِ ڪڻو بہ ڪونہ، هيءُ ڪيئن پلبو!' موٽ ۾ بابا گهبرائجي چوندو هو "نہ- نہ- جنت! ڏرمائي نہ- هر ڪو پنهنجو روز پاڻ ساڻ ٿو آڻي- نہ هڻ پيٽ تي مڪون- ڇو ٿي پاپ ڪرين ." بس انهيءَ ڳالھ تي امان مچ ٿي ويندي هئي- رڙ ڪري چوندي هئي-

"اسان ڪهڙو پنهنجو روز پاڻ ساڻ آندو جو هيءُ بہ آڻيندو-" بابا چپ ٿي ويندو هو. هو ڪڏهن بہ امان سان پڄي نہ سگهيو. هڪ صبح جڏهن آئون ننڊ مان اٿيو هئس تہ امان جي پر ۾ ٻارُ پيو هو. بي حد

پتڪڙو ڪمزور ۽ هيڊو. بابا جي پراڻي گوڏ ۾ ويڙهيل. هن اکيون چنبي مون کي ڏٺو ڪن پل لاءِ ۽ پوءِ پوري چڏيون هئائين. ٻلي جي پونگڙي جهڙيون هيون هن جون اکيون. مون کي تہ ڏاڍو وڻيو هو. سچو سچو ڏينهن پيو ڏسندو هو سانس. هو چنل ڪٽ تي جهول ۾ پيو رڙندو هو- مکين جا ميڙا هوندا هئا متس پر امان مڙي بہ نہ نهاريندي هئي ڏانهس- بس پيڻ پئي ڪچ تي گهليندي هيس- بابا ايندو هو تہ ڪاوڙيو هو امان تي 'تون ڪير چو نٿي ڏين هن کي!' امان سدائين جيان مچ ٿي ويندي هئي 'ڪتان آٽيان ڪير- بک ۾ پاهِ پئي ٿيان- ڪير اچيم تہ ڏيانس' بابا ٺڏو شوڪارو پري پاءِ ڏانهن نهاريندو ۽ اکيون پوري چڏيندو هو. امان بابا کي سدائين چوندي هئي تہ اسانجو هيءُ حال تنهنجي ڪري ٿيو آهي- نہ ڪرائين ها ڪارخاني ۾ گوڙ تہ چو اڄ اسين بک مرون ها.

پيڻ تہ ڪجھ ڳالهائيندي ئي ڪانہ هئي. سچو وقت ماٺ ماٺ ۾ هوندي هئي. پيڻ کي شيشي جون چوڙيون ڏاڍيون وڻنديون هيون پر ڪڏهن بہ اهي چوڙيون وٺي نہ سگهي هئي. آئون گند جي دڙن تان هن کي ڀڳل چوڙين جا ٽڪر ڳولهي آڻي ڏيندو هئس. هن وٽ هڪڙي ڪوڪي ۾ ڍڳ ڪن گڏ ٿي ويو هو، ڀڳل چوڙين جي ٽڪرن جو. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ اهو ڪوڪو کولي ويهندي هئي. هر ڪو رنگ ڌار ڪندي ويندي هئي ۽ اکين ۾ لڙڪ گڏ ٿيندا ويندا هئس ۽ جڏهن لڙڪ ڳلن تي لڙي ايندا هئس تڏهن هوءَ ڪوڪو بند ڪري چڏيندي هئي. هوءَ ڪانہ ڳالهائيندي هئي پر آئون ساڻس- ڳالهائيندو ويندو هئس. هوءَ هون- هان ۾ پئي جواب ڏيندي هئي- شايد بک کان ڳالهائي ڪانہ سگهندي هئي.

هڪ ڏينهن اسڪول کان موٽندي گند جي دڙن تي پيڻ لاءِ چوڙين جا ٽڪر ڳولهڻ لڳو هئس جو نظر پئجي وئي هئم دڙي تي هاريل پاروٽي پت تي. ڪتو سونگهي رهيو هو انهيءَ پت کي. ڪتي کي سروٽو اچلي ڀڄائي ڪڍيو هئم ۽ جهوليءَ ۾ ميڙي- سيڙي ڪٽي آيو

هئس اهو پيٽ. جڏهن گهر ۾ گهڙيس تہ بابا ويٺو هو. انهيءَ ڏينهن بابا نجاڻ ڪيئن جلدي موٽي آيو هو.

"جهولي ۾ ڇا اٿئي؟" بابا پڇيو هو.

"پيٽ!" ڊڄندي ڊڄندي وراڻي ڏني هئم.

"ڪٿان آندو اٿئي؟"

"گند جي دڙي تان" آئون ڪوڙ ڳالهائي نہ سگهيو هئس. پوءِ تہ بابا چڻ سڄاتوئي نہ پي. ڳچيءَ مان اچي پڪڙيو هئائين مون کي. ايڏو ماريو هئائين جو اڌ مئو ٿي پيو هئس. پيٽ پٽ تي ڪري پيو هو. آئون ڪنڊ ۾ ويهي روئڻ لڳس ۽ سدائين جيان امان اچي بابا کي ورايو هو. پريان ويٺل پيڻ ٽڪ ٻڌي پٽ تي پيل پيٽ کي ڏسندي رهي هئي. بابا سڏ ڪندي رڙ ڪئي هئي "منهنجو هانءُ ٿو جهري جنت! هن جو گند جي دڙي تان پيٽ آندو آهي"- پوءِ الاءِ ڇا ٿيو هو جو هٿ جي پٺ سان لڙڪ اگهندي مون کي سڏ ڪيو هئائين- آئون ڊڄندو ڊڄندو ويجهو اچي بيٺو هوساڻس-

"بک گهڻي لڳي اٿئي ڇا؟"

موٽ ۾ منهنجين اکين مان لڙڪ ڪري پيا ها. مون کي ٻانهن کان جهلي پٽ تي ويهاريو هئائين ۽ چوڻ لڳو "چڱو ويهي کاءُ هي پيٽ" مون ڊنل ڊنل نظرن سان ڏانهس نهاريو- اعتبار ئي نہ پي آيم.

"ها- ها- پلي کاءُ پيٽ"-

آئون لڙڪ اگهي پٽ تي پيل پيٽ کائڻ لڳس. پرسان ويٺل پيڻ بہ اٿي آئي هئي.

"امان! تون بہ اچ نہ" مون امان کي سڏ ڪيو.

بابا کي چوڻ جي ڪنهن بہ سگهہ ڪانہ پي ساري. کي ڪن هو اسان کي پيٽ کائيندو ڏسندو رهيو پوءِ چوڻ لڳو "اڙي! مون کي بہ تہ پيٽ کارايو." ائين چيو هئائين ڄڻ روئندو هجي. هو بہ پيٽ کائڻ لڳو، ۽ ساڻ ساڻ روئندو ٿي ويو. ڏاڍي باس هئي انهيءَ پيٽ ۾ پر اسان سڀ کائي ويا هئاسون.

ٻي ڏينهن جڏهن آئون اسڪول مان موٽيو هئس ۽ در تي پير رکيو هئم تہ اڱڻ ۾ ويٺل پيڻ چرکي نهاريو هو منهنجي خالي جهوليءَ ۾. کن کان پوءِ امان اندران نڪتي هئي. ٻي اختيار ٿي پڇيو هئائين "پت آندو اٿئي چا؟" مون تہ ڪجهہ ٻہ نہ آندو هو. چپ چاپ بيٺو رهيس. انهيءَ رات بابا جڏهن آديءَ مهل موٽيو هو آئون ڳوڻ ۾ ويڙهيو پيو هئس. امان کان سرهاڻ ڪري پڇيو هئائين "ڪاڪي پت ڪونهي آندو اڄ؟"

"نہ" امان جو آواز ڏاڍو جهيڻو هو.

"اڇا!!" ۽ پٽ تي ليٽي پيو هو بابا.

مون ۽ پيڻ انب جو ڪوئلو پوکيو هو اڱڻ ۾. روز ننڍ مان اٿي انهيءَ ڪنڊ جو رخ ڪندا هئاسون. سوچيندو هئس تہ جڏهن انب جو وڻ وڏو ٿيندو ۽ انب ڏيندو تڏهن اسين ڪڏهن بہ بک ۾ ڪونہ مرنداسون پيڻ بہ شايد ائين سوچيندي هئي. هڪ ڏينهن زمين مان منهن ڪڍيو هو انب جي ٻوٽي.

پوءِ هوريان هوريان وڌڻ لڳو هو اهو ٻوٽو. آئون هاڻ آسمان تي تارا ڳڻڻ بدران پهرن جا پهر انهيءَ ٻوٽي کي پيو تڪيندو هئس.

هڪ ڏينهن بابا آيو تہ ساڻ آندا هئائين پنجاهہ روپيا. بلڪل ائين جيئن اوچتو عيد جو چنڊ ڏسي وٺجي. ڪٿان آيا هئا اهي پنجاهہ روپيا- انهيءَ جي تہ ڪنهن کي بہ ڪل ڪانہ هئي. پر انهيءَ ڏينهن اسان ڏوَ تي ماني کاڌي هئي. بابا نجاڻ چو سمورو وقت چپ چاپ اکيون پوريو پيو هو. ڪجهہ بہ تہ نہ پئي ڳالهائين.

انهيءَ ڏينهن پهريون ڀيرو امان پيار منجهان بابا کان پڇيو هو "چو ائين پيو آهين؟ چاق تہ آهين نہ؟"

بابا کن لاءِ اکيون پٽي امان کي ڏٺو ۽ پوءِ وري پوري ڇڏيون هئائين اکيون.

"ماني نہ کائيندين؟" امان بابا جي وارن ۾ آڱريون ڦيريندي وري پڇڻ لڳي.

”نہ“ بابا ہٿي هٿ ڪٽي اکين تي رکيا هئا.
”ڇو“؟
”مٿو پيو ڦريم“ بابا جا هٿ هوريان هوريان ڏڪي رهيا هئا.
”ڪم ڪهڙو ڪري آيو آهين؟“ امان جو آواز تهائين مٺو ٿيندو ٿي ويو.
”ڇا ہڏي ڪنديئہ جنت!- تو تہ اڄ ڏوَ تي ماني ڪاڏي آهي نہ!“
”--“ امان ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني هئي.
”جنت!“ اکين تان هٿ لاهي بابا امانِ ڏانهن اکيون ڦاڙي نهاريو.
”ڇئو!“
آئون پنهنجي- رت- جي بوتل وڪڻي آيو آهيان-“ بابا وري ڪٽي اکين تي هٿ رکيا هئا پر مون ڀريان ڪان ٿي بابا جي اکين ۾ ڪجھ جرڪندو ڏسي ورتو هو. لڙڪ هئا شايد ۽ بابا جي ڳالھ ہڏي اسين سڀ ڇرڪي پيا هئاسون. آئون تہ سمجهي بہ نہ سگهيو هئس بابا جي ڳالھ. ها امان ۽ ڀيڻ کي ناڳ سونگهي ويو هو ڄڻ. امانَ تہ ڪيتري دير ڳوڏي تي مٿو رکيو بابا کي ڏسندي رهي هئي. لڙڪ نہ ها امان جي اکين ۾ پر مون کي ائين لڳو هو ڄڻ اڄهو- هينئر امان روئي پوندي. ڀيڻ چلھ ٻارڻ ۾ لڳي وئي هئي- پاءُ ڇنل ڪٽ جي جهول ۾ پيو هو- اڄ انهيءَ بہ ڏوَ تي ڪير پيتو هو- انهيءَ ڪري هو بہ ڏاڍي گهري ننڊ ۾ ستو پيو هو.
”جنت!“ بابا امان کي چوڻ لڳو ”ماٺ ڇو ٿي وئي آهين جنت؟“
امان ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني هئي- هوءَ بس ٽڪ ٻڌي ڏسندي رهي هئي بابا کي.
پوءِ ٿيو ائين جو بابا ويو ٿي ڪمزور ٿيندو. هن جو سانورو رنگ هيڊو پوندو ٿي ويو. اکين هيٺ ڪارا دائره پوندا ٿي ويس. بلڪل هڏن جو پڃرو لڳندو هو- پر هو اڪثر سائڻ پنجاھ روپيا آڻيندو هو ۽ اسان بہ ويلا ماني ڪائڻ لڳا هئاسون. بابا کي مٽي ۾ سور ۽ ڦيري ٿيڻ لڳي هئي. هاڻ تہ هو ٻاهر بہ ڪونہ نڪرندو هو- سڄو ڏينهن پيٽ

جي پاڙ ۾ پيو هوندو هو. اٿندو هو ته ٻه وکون ڪٽي ڪري پوندو هو. چوندو هو ته منهنجين اکين اڳيان اونداهي ٿي اچي. امان زوريءَ ڪٽس ماني جا گراهه وات ۾ وجهندي هئي. بابا ڪائيندو ئي ڪونه هو ماني- امان چوندي هئي "ماني نه کائيندين ته هيڪاري ڳرندو ويندين- ڪيئن منجهئي رت ٿيندو"- ۽ ائين چوندي امان جون اکيون نمي ويندیون هيون- بابا چڙڪي نهاريندو هو امان ڏانهن. سندس اکين ۾ نجاڻ ڇا هوندو هو جو انهيءَ پل آئون به ڏانهس نهاري نه سگهندو هئس. ائين ڪلي چوندو هو (ڇڻ روئندو هجي) "ڏاڍي خود غرض آهين- جنت!" ۽ امان جون اکيون هيڪاري نمي ويندیون هيون.

بابا ڳرندو ٿي ويو- ايترو، جو ڪٽس ڏسي ڏپ ٿيندو هو- هڪ ڏينهن ويو پر ساڻ پنجاهه روپيا نه آندا هئائين.

"ڇو- اڄ ائين پيو اچين؟" سندس خالي هٿ ڏسي امان پڇيو هو. چلهه ۾ باهه ٻاريندي پيڻ جا هٿ بيهي رهيا هئا- بابا ساٺو ٿي اچي ڪريو هو پيٽ جي پاڙ ۾.

"جنت!"

امان اٿي ويجهي اچي ويٺي هيس.

"ڇا- ٿيو؟؟"

"ڊاڪٽر چون ٿا هاڻ تو مان رت نه ڪڍنداسين- نه ته مري پوندين ۽ خون پوندو اسان جي ڳچيءَ ۾-"

امان جي نرڙ تي گهنڊ پئجي ويو هو

"ٻڌئي جنت! هاڻ ته رت به ڪٽي ويو آهي مون مان-" ائين چئي بابا اوچنگارن ۾ پئجي ويو هو- ڇڻ ڪو مري ويو هجي- امان چپ چاپ ڏسندي رهي هئي بابا کي.

ٻي ڏينهن بابا ٽڙندو ٿاٻڙندو نڪري ويو هو روزگار جي ڳولها ۾. ٻيو ڏينهن اچي ٿيو پر بابا نه وريو. امان وري نجاڻ ڇا پٽڪڻ لڳي هئي ۽ ساڻ ساڻ روئيندي ٿي وئي. انهيءَ رات آئون ڪيتري دير ۱۲۱۳ ۶ ٹ جي ڳڙک مان در ڏانهن ڏسندو رهيو هئس.

ٽين ڏينهن پاڙي وارو ڪو ماڻهو آيو هو، ٻڌائڻ لاءِ ته بابا اسپتال ۾ پيو آهي. ڪني پاڻيءَ جي نالي ۾ بيهوش پيو هو جو ماڻهو کڻي ويا هئس اسپتال. اسين ويا هئاسون بابا کي ڏسڻ لاءِ. پلنگن جي قطار ۾ هڪڙو اڇو اجرو پلنگ بابا جو به هو. ڇت ۾ اکيون اٽڪايو چپ چاپ پيو هو. اسان سيني کي ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو. ڪجھ به ته نه ڳالهايو هئا ئين.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ بابا اسپتال مان موٽي آيو.

انهن ڏينهن جڏهن بابا اسپتال ۾ هو امان روزگار لاءِ ٻاهر نڪري ويندي هئي. پر جڏهن بابا موٽيو ته امان وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو ۽ اسان کي به منع ڪري ڇڏيو هئائين بابا کي ٻڌائڻ کان. نجاڻ ائين ڇو ڪيو هئائين نه ته بابا اسان کي به به ويلا ڪڏهن ڪڏهن ڪارائيندو هو پر امان ٽي ويلا ڪارائيندي هئي. شايد امان ۾ بابا کان ججهو رت هوندو. بابا آيو ته اسين وري ڪيترا ڪيترا ويلا لنگهڻ ڪاڻڻ لڳاسين.

بابا اهوئي پيو روزگار لاءِ پڙڪندو هو. ۽ پوءِ هڪ ڏينهن بابا کي روزگار ملي ويو. بابا فوج ۾ڀرتي ٿي ويو. انهيءَ ڏينهن بابا تماشام مهل ئي موٽي آيو هو. ڳالھ ڳالھ تي ٽهڪ ڏنائين. اسين سڀ حيران ٿي بابا کي ڏسندا رهيا هئاسون ته ڇو ٿو کلي بابا!! رات جو بابا اوچتو ٻڌايو هو ته هو فوج ۾ ڀرتي ٿي ويو آهي. آئون ڏاڍو خوش ٿيو هئس. مون کي فوجي ڏاڍا وڻندا هئا. بندوق ڪلهي تي- مٿي تي لوهي ٽوپ ۽ پيرن ۾ ٽڪ ٽڪ ڪندڙ ڪارو بوٽ. مون ته بابا کي سدائين ڦاٽل ڪپڙن ۾ ڏٺو هو. خوشيءَ منجهان مون بابا کي کٽي ڀاڪر پاتو هو. ڀيڻ مرڪي پئي هئي- هو جڏهن خوش ٿيندي هئي ته بس مرڪي ڏيندي هئي ۽ امان- اها ته بابا کان به وڌا ٽهڪ ڏئي رهي هئي. سڄو پاڙو آيو هو مبارڪ ڏيڻ. اسان ته ڪڏهن ماڻهن وانگيان عيد ملهائي ئي ڪانه هئي پر انهيءَ ڏينهن ڄڻ عيد اچي وئي هئي. جيتوڻيڪ انهيءَ رات به اسان ماني ڪانه کاڌي هئي پر خوشيءَ مان اسين سڄي رات جاڳندا رهيا هئاسون. وچ ۾ بابا ويٺو هو.

۽ انهيءَ جي چوڌاري آئون پيڻ ۽ امان. ڪيترن- ڏينهن کان پوءِ امان پاڻ کي ڪڇ ۾ ڪنيو ويٺي هئي.

"بابا- هاڻ ته تئي ويلا ماني ملندي نه؟" مون پڇيو هو. بابا ڪٽي پاڪر پاتو هو مون کي.

"اڙي ها منهنجا راجا- هاڻ سمجهه ته وڏو ماڻهو ٿي ويو آهين تون."

"بابا- تون هت ئي رهندين نه؟" پيڻ پڇيو هو- ڪن لاءِ بابا چپ ٿي ويو هو.

"پوءِ چيو هئائين "نه- پر هاڻ اوهين بڪ ڪونه ڪاٽيندا- هاڻ ڦاٿل ڳوڻ ۾ ڪونه سمهندا- هاڻ اهڙي گهر ۾ ڪونه رهندا-" بابا اسان کي ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيندو رهيو هو.

"بابا- آئون نوان ڪتاب وٺندس-" مون چيو هو.

"اڙي! توکي ته انهيءَ خيراتي اسڪول مان ڪڍائي ڪنهن سٺي اسڪول ۾ ويهاريندس- هاڻ ته پڪ ئي پڪ تون ڊاڪٽر ٿي ويندين."

"بابا! آئون ريشمي ڪپڙا ۽ چوڙيون وٺندس" پيڻ چيو هو. ٻي ٻانهن سان پيڻ کي پاڪر پائيندي چيو هئائين "توکي ته آئون ڪنوار ڪندس-" آئون ٺهڪ ڏئي کلي پيو هس ۽ پيڻ کي چيڙائڻ لاءِ چوڻ لڳس "پيڻ! هاڻ تنهنجي شادي ٿيندي- تنهنجي جڃ ايندي- تون ڪنوار ٿينديئن" پيڻ شرمائجي بابا جي پويان لڪي وئي هئي.

امان ته بس ڳوڏن تي ڪنڌ لاڙيو اسان سڀني کي ڏسي مرڪندي رهي هئي. نجاڻ ڇا ڇا سوچيندي رهي هئي. سندس ڪڇ ۾ پاڻ ستو پيو هو ۽ ننڊ ۾ مرڪي رهيو هو، شايد اسانجين ڳالهين تي.

پوءِ بابا هليو ويو- اسين ٻه ويلا ماني کائڻ لڳاسون. مون اسڪول جا ڪجهه نوان ڪتاب ورتا هئا. پيڻ چوڙيون ورتيون هيون. امان هاڻ پاڻ کي شيشي ۾ ڪير وجهي ڏينهن ۾ ٻه ٽي ڀيرا پيارڻ لڳي هئي. بابا کي وئي ڪيترا ڏينهن ٿي ويا هئا. اڳڻ ۾ لڳل انب جو ٻوٽو ڪجهه اجا ٻه اپري آيو هو- پر هاڻ آئون يا پيڻ گهٽ انهيءَ جي سار سنڀال لهندا هئاسون. امان روز صبح جو اٿي مون لاءِ نيرن ٺاهيندي هئي. اسڪول

مان موٽندو هئس ته ماني تيار رکي هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪٽ تي ليٽي تارا ڳڻيندو هئس ته امان رڙ ڪري چوندي هئي.

"چورا ! نه ڳڻ تارا- متي ۾ سور پوندئي"

۽ مون تارا به ڳڻڻ ڇڏي ڏنا هئا- هاڻ ته آئون ڏڙي تان پيڻ لاءِ پڳل ڇوڙين جا ٽڪر به نه ڳولهيندو هئس- هاڻ ته پيڻ ڇوڙيون گڏ ڪرڻ لڳي هئي ۽ سندس ٻنهي ٻانهن ۾ ڳاڙهيون سايون ڇوڙيون پيون جرڪنديون هيون-

هڪ ڏينهن بابا جو پهريون خط آيو هو- لفافي ۾ بند خط ڪٽي آئون اڱڻ ۾ نچڻ لڳو هئس ۽ امان ۽ پيڻ منهنجي پويان پويان ٿي ڊوڙيون خط وٺڻ لاءِ. انهيءَ خط ۾ بابا لکيو هو "آئون اوهان کي ڏاڍو ياد ٿو ڪريان پر فِي‌الحال اچي نه سگهندس- ڏاڍي سخت ٽريننگ آهي"- موٽ ۾ اسان به بابا کي خط لکيو هو- پوءِ اٿين بابا جا خط ۽ پيسا ايندا رهيا. جنهن ڏينهن پيسا ايندا هئا اهو ڏينهن عيد جو هوندو هو. امان پيسا گڏ ڪري پاءُ لاءِ ننڍڙو پينگهو ورتو هو. هاڻ پاءُ انهيءَ پينگهي ۾ سمهندو هو- هاڻ هو ٿلهو ٿيندو ٿي ويو- پيڻ به هاڻ ڪلڻ ۽ ڳالهائڻ لڳي هئي- گهر به هاڻ صاف سٿرو هوندو هو.

هڪ نماشام جو بابا اچي نڪتو هو- بابا جي پويان پويان پاڙي جي ٻارن جو ميڙ هو. بابا ته سڃاڻپ ۾ ئي نه پي آيو. بدن ۾ پريل ڳاڙهو ڳنول فوجي وردي‌ءَ ۾. متي تي لوهي ٽوپ، ڪلهن تي بندوق ۽ پيرن ۾ ٺڪ ٺڪ ڪندو ڀاري بوٽ. بابا دروازي تي بيهي مون کي سليوٽ ڪيو هو ۽ منهنجو وات ڦاٽي ويو هو بابا کي ڏسي. امان ته بابا جي ڇاتي‌ءَ تي متو رکي سڏڪن ۾ پئجي وئي هئي. بابا گهر جو نئون رنگ ڏسي مرڪي پيو هو "ته- ڇئبو ته مزي ۾ آهيو"-

اسان سيني بابا کي اهيءُ ننڍڙيون شيون به ڏيکاريون، جيڪي اسان بابا کان پوئيتي ورتيون هيون-

بابا هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات هو. سچو پاڙو آيو هو ساڻس ملڻ لاءِ. انهن ڏينهن بابا جون اکيون ڏاڍيون چمڪنديون هيون.

بابا هليو ويو- ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو تہ ساڻ چڻ عيد ڪنيو ايندو هو- آئون پڇندو هوساس "بابا!- تنهنجو ڪم ڪهڙو آهي؟"

"منهنجو ڪم!- منهنجو ڪم آهي ملڪ جي حفاظت ڪرڻ"

"ملڪ جي حفاظت ڪيئن ٿيندي آهي بابا؟" آئون سمجهي نہ سگهندو هئس.

"جڏهن بہ هن ملڪ ۾ جنگ لڳندي، تڏهن آئون وڙهندس" بابا جا هٿ بندوق، جي نالي تي مضبوط پئجي ويندا هئا، مون جنگ جو نالو جڏهن ڪان ياد ٿو پويم تڏهن کان ٻڌو هئم. جنگ ڇا ٿيندي آهي اها تہ سڌ ئي نہ هئم. بابا ٻڌائيندو هو تہ ڪيئن جنگ ۾ حملا ٿيندا آهن- ماڻهو مرندا آهن- بم ڪرندا آهن- بندوقون- گوليون- موت- رت- تباهہ ٿيندڙ شهر- ڳوٺ- گهر- بليڪ آئوٽ- آئون سڄو سراپجي ويندو هئس. منهنجين اکين ۾ نجاڻ ڇا اچي ويندو هو جو بابا ڪٽي ياڪر پائيندو هئم. مون کي ياد آهي- چلهہ وٽ ويٺل امان جا هٿ ڏڪڻ لڳندا هئا ۽ پيڻ اتي هلي ويندي هئي.

"بابا" منهنجو آواز منهنجي نڙيءَ ۾ گهٽجڻ لڳندو هو.

"جيءُ بابا؟" بابا جو ياڪر هيڪاري تنگ ٿيندو ويندو هو.

"بابا-! تون تہ چوندو آهين تہ ماڻهو مارڻ گناهہ آهي- ها نہ- بابا؟!!" پوءِ ڪان آئون بابا جي ٻانهن جي گهيري ۾ لڪندو ويندو هئس. بابا چپ ٿي ويندو هو- ڪابہ ورندي نہ ڏيندو هو.

انهن ئي ڏينهن مون کي سڀيون سڄيون راتيون ننڊ نہ ايندي هئي- آئون بستري ۾ پئي پئي پيو سوچيندو هئس، جيڪڏهن جنگ لڳي تہ ڇا اسين سڀ مري وينداسون. اسانجو گهر جنهن جي اڱڻ ۾ پوڪيل انب جو ٻوٽو گهڻو اپري آيو هو- جنهن جي ديوارن تي بابا تازو گلابي رنگ ڪرايو هو، جنهن کي هاڻ امان جيل جي ڪوليءَ جو نالو نہ ڏيندي هئي. آئون سوچيندو هئس ڇا آئون بہ مري ويندس- پيڻ بہ جيڪا هاڻ هر وقت پئي ڳالهائيندي هئي ۽ کلندي هئي- پياءُ بہ- جيڪو هاڻ سرڻ لڳو هو- ڳالهہ ڳالهہ تي پيو ٺهڪ ڏيندو هو- آئون

چپ چپ رهڻ لڳو هئس.

بابا جڏهن بہ ايندو هو- منهنجو اندر سراپجي ويندو هو.

رات جو اڱڻ ۾ پيل کٽ تي بابا جي پر ۾ اچي ليٽندو هئس. مٿي آسمان تي تارا پيا جرڪندا هئا- بابا اُتي جون ڳالهيون پيو ٻڌائيندو هو، جتي هاڻ هو رهندو هو.

آئون پَو ڪان بابا جي ڀاڪرن ۾ گهڙندو ويندو هئس.

"بابا!- جنگ ڇو لڳندي آهي؟- ڏس نہ بابا- ائين تہ سڀ ماڻهو مري ويندا نہ!"

بابا چپ ٿي ويندو هو. شايد جواب پيو سوچيندو هو. مون کي خبر هئي تہ بابا کي منهنجي ڪنهن بہ سوال جو جواب نٿو اچي.

"بابا!- تون بہ ماڻهو ماريندين ڇا؟- تون نہ مارجئين بابا!- نہ تہ انهي ماڻهوءَ جا ٻار روئنبدا- ڪونہ ماريندين نہ؟" آئون اميد مان بابا ڏانهن نهاريندو هئس ۽ بابا اکيون پوري ڇڏيندو هو- الاءِ ڇو!!!-

"بابا!- تون بہ ماڻهن جي گهرن تي بم ڪيرائيندين ڇا؟"

"بابا!- ڇا اسانجن گهرن تي بہ بم ڪرندا!"

"مون کي ڊپ ٿو ٿئي بابا!"

آئون بابا جي ڀاڪرن ۾ پيو هوريان هوريان ڏڪندو هئس- بابا نجاڻ ڇا پيو سوچيندو هو- ڪجهندوئي ڪونہ هو. امان رڌ ڪري چوندي هئي "چپ نٿو ڪرين ڇورا! مرڳو هاڻ ئي ڪڍيو رکين"

آئون چپ تہ ٿي ويندو هئس پر منهنجو ڊپ ويندو هو وڌندو.

بابا واپس هليو ويندو هو پر آئون پيو سوچيندو هئس. گهر جي هڪ- هڪ شيءِ کي ائين پيو تڪيندو هئس جڻ ڦرجڻ واريون هجن مون ڪان امان- پيڻ ۽ پاءُ بہ جڻ ڦرجڻ وارا هجن مون ڪان.

بابا جا خط پيا ايندا هئا. امان اهي خط ڪاٺ جي هڪ پراڻي پيتيءَ ۾ سانديو پئي رکندي هئي.

هڪ پيرو گهڻن ڏينهن ڪان پوءِ بابا آيو. چپ چپ هو نہ تہ اڳي ايندو هو تہ بابا جون ڳالهيون ۽ ٽهڪ ئي نہ پيا ڪٽندا هئا.

ڪيترو مون ڳالهائڻ چاهيو هو پر بابا ڳالهايو ئي نہ. نجاڻ ڪهڙي ڳالهہ تي رنل هو- آئون سوچيندو هئس.

بابا جي وڃڻ ۾ ڏينهن بہ ھئا باقي. هڪ صبح ساجهر بستري ۾ پيو هئس اچا- بابا چلھ جي اڳيان امان وٽ چانھ جو ڪوپ هٿن ۾ جهليو ويٺو هو- امان ڳالهائي رهي هئي.

"هاڻ وري ڪڏهن ايندين تون؟" امان پڇيو هو.

"الاءِ-" بابا جهيڻي آواز ۾ پڙڪيو هو. ڪي ڪن ٻئي چپ چاپ ويٺا رهيا. بابا هٿن ۾ ڪوپ جهليو نجاڻ ڇا سوچيندو رهيو.

"جنت!" بستري ۾ پئي پئي بابا جو پڙڪو ٻڌو هئم.

"جنت!- جنگ لڳڻ واري آهي. نجاڻ وري ڪڏهن اچڻ ٿئي!- ٿي سگهي ٿو تہ هي پاڻ آخري ڀيرو ملندا هجون"-

امان جي هٿن مان ڪو ٿانءُ ڇڏائجي ويو هو شايد- هوءَ ٿڪ ٻڏي ڏسندي رهي هئي بابا کي. رليءَ مان سير ڪري مون ڏٺو- امان جي اکين ۾ هوريان- هوريان جيڪو پاڻي گڏبو ٿي ويو سو سندس ڳلن تي لڙي آيو هو-

"روئين ڇو ٿي چري!- مرڻ تہ هونئن بہ هر ڪنهن جي مٿان رکيو آهي-" بابا کلي چيو هو پر الاءِ مون کي بابا جي کل ڪانہ وڻي هئي. بابا سدائين ائين ٿورو ئي ڪو کلندو هو.

"جنت!"

"هون-"

"جي آئون موٽي نہ آيس تہ اوهان کي حڪومت ٿورا گهڻا پيسا پئي ڏيندي. ڪاڪي کي بہ مُڇين جي ساوڪ بيٺي آهي. ڪنهن ڪم تي لڳرائي ڇڏجانس. پڙهڻ نہ ڇڏرائجانس منهنجو پٽ آفيسر ٿيندو-"

هن ڀيري بہ بابا کليو هو پر هن ڀيري بہ مون کي بابا جي کل ڪانہ وڻي هئي، امان ڪابہ تہ ورندي ڪانہ ڏني هئي. انهيءَ صبح جڏهن آئون بستري مان اٿيو هئس تہ سڄو ڀڳهر ۾ شم هئس ۽ منهنجو بدن هوريان- هوريان ڏڪي رهيو هو.

امان مون کي اسڪول لاءِ اتاريو هو. الاءِ ڇو آئون روئي پيو هئس. سڏڪندي چيو هئم "اڄ آئون اسڪول ڪونہ ويندس امان!"
الاءِ ڇو امان سدائين وانگر اها ڳالھ ٻڌي دڙڪو نہ ڏنو هو مون کي- بس ايترو پڇيو هئائين تہ "ڇو اسڪول نہ ويندين؟"
"نہ- اڄ آئون اسڪول ڪونہ ويندس- اڄ آئون بابا سان ڳالهيون ڪندس"
منهنجي ٻانهن تان امان جو هٿ ڍرو پئجي ويو هو.
"اڙي ڇو اڄ اسڪول ڪونہ ويندين؟" پريان ڪان بابا رڙ ڪئي هئي.
"اڄ آئون توسان ڳالهيون ڪندس بابا!"
"ڇو؟!!- آئون پڇيو تو وٽا ڇا؟"
"الاءِ-" منهنجي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو هو ۽ نجاڻ ڇو امان بہ پوتي اکين تي رکي روئڻ لڳي هئي.
انهيءَ ڏينهن آئون اسڪول ڪونہ ويو هئس. انهيءَ ڏينهن مون کي بابا ڀر ۾ ليٽائي ڪيتريون ئي آکاڻيون ٻڌايون هيون، بهادر ڇوڪرن جون.
نجاڻ ڪهڙيون آکاڻيون هيون- آئون تہ بس بابا کي ڏسندو رهيو هئس. پاءُ کي بہ کٽي پيٽ تي ويهاريون هئائين. پوءِ جيترو وقت بہ بابا هو مون امان کي سيني ڪان لڪي ڪندن پاسن ۾ روئيندي ڏٺو هو.
هڪ شام بابا هليو ويو- وڃڻ مهل امان اوڇنگارون ڏئي رني هئي. پيڻ بہ سڏڪي سڏڪي رني هئي. بابا پاءُ کي ڪڇ تي کڻي سندس نرڙ چميو هو. مون کي ۽ پيڻ کي ڀاڪر پاتو هئائين. امان ڏانهن نهاريو هئائين- تڏهن ڏٺو هئم شايد لڙڪ هئا بابا جي اکين ۾.
ڪيترا ڏينهن لنگهي ويا هئا بابا کي وئي. امان سڄو سڄو ڏينهن پئي ٽپالي جو انتظار ڪندي هئي. ڪو خط ئي نہ آيو هو بابا جو. هڪ اونداهين رات نجو ننڊ مان اک پٽجي پئي هئم عجيب قسم جي

شور ڪان. مون کي ائين لڳو ڄڻ زمين ڏڪي رهي هجي.
گگهو وڄي رهيا هئا.
ڪڏ تي امان گوڏن ۾ منهن لڪايو رني ٿي شايد!. پيڻ امان جي پير ۾ ويٺي هئي. گهور اونداهي ۾ هو مون کي ڪنهن پاڇولي وانگر ٿي نظر آيون. آئون به ڪڏ تان لهي امان جي ڪڏ تي وڃي ويٺو هئس- مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اسان جا بدن هوريان- هوريان ڏڪي رهيا هئا.
"امان!"
"امان! هيءَ ڇا پيو ٿئي؟-" آئون روئي پيو هئس.
"جنگ لڳي آهي" امان جو آواز به ڏڪي رهيو هو- آئون سڄو سراپجي ويو هئس پوَ ڪان.
"هاڻ ڇا ٿيندو امان!" هن پيري پيڻ سڏڪي هئي.
"امان!- هاڻ پاڻ مري ويندا سون؟- پنهنجو گهر به ڊهي پوندو؟- بابا هاڻ ڪڏهن به نه ايندو ڇا- تون ڳالهائين ڇو نٿي امان؟!!-" موڻ ۾ امان پنهنجو هٿ ڪٽي منهنجي وات تي رکيو هو.
رهيو رهيو ٿي ٺڪاءُ ٿيا-
سڄي رات اسان ائين ڪڏ تي ويهي گذاري هئي-
ائين لنگهڻ لڳا هئا ڏينهن هوريان- هوريان.
بابا جو خط ئي نه پي آيو-
پيڻ سڄو سڄو ڏينهن انب جي انهيءَ اپرندڙ ٻوٽي کي ڏسيو نچاڻ ڇا پئي سوچيندي هئي!. ڪنهن ڪنهن مهل ڪهڻ ۾ رکيل ڪوڪي مان چوڙيون ڪڍي پئي ٻانهن ۾ لاهيندي چاڙهيندي هئي. امان نچاڻ ڇو ٺڪ ٻڌي گهر جي هر شيءِ کي پئي ڏسندي هئي. پاءُ کي ته ڪل ئي نه هئي ڪنهن ڳالهه جي.
سچ لهندو هو ته اونداهي ڦهلجي ويندي هئي. آئون ٻتي ٻارڻ چاهيندو هئس پر امان ٻارڻ نه ڏيندي هئي ۽ مون کي اونداهي ۾ ڊپ پيو ٿيندو هو. ڪڏ تان هيٺ لهندوئي نه هئس. گهر جي پويان جيڪو

ميدان هو اتي خندقون کوٽجي ويون هيون. گگهو وڇندو هو تہ پاڙي جا ڪيترا ماڻهو انهن ۾ وڃي لڪندا هئا. اسانجن گهرن مٿان جهاز زوزاٽ ڪندا لنگهندا هئا- منهنجي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳندي هئي. سرچيندو هئس، اجهو هي جهاز بم ڪيرائيندو ۽ اسين سڀ مري ويندا سون. بابا جي ڪا خبري ڪانہ هئي- آئون سوچيندو هئس بابا کي ڪيڏو نہ گناهہ ٿيندو، جو هي ماڻهو ماريندو هوندو. ماڻهو، ماڻهو کي ڇو ماريندو آهي!؟ مون کي سمجهہ ۾ ڪونہ ايندو هو. سوچيندو هئس آخر اسان ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو ٻي ملڪ وارا اسان کي مارڻ ٿا چاهين آئون تہ ٻي ملڪ وارن کي سڃاڻندو بہ ڪونہ هئس، مون ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هوندو! ڪهڻ ۾ ڪهڻ منهنجي گهر مٿان تہ نہ بم ڪيرائين. مون کي تہ نہ مارين. پر شايد بابا ڪو ڏوهہ ڪيو هوندو!. ڪنهن جو پيءُ پڪ ماريو هوندو- پڪ ڪنهن جي گهر مٿان بم ڪيرايو هوندو، تڏهن تہ هو زوزاٽ ڪندا لنگهندا هئا اسانجي گهر جي مٿان ڪان.

هڪ صبح سرڪاري تار آئي هئي اسانجي گهر. انگريزي ۾ هئي. ٽپاليءَ امان کي پڙهي ٻڌائي هئي- بابا جنگ ۾ وڙهندي مارجي ويو هو- مون کي ياد آهي امان گهڻيءَ ۾ بيهي پار ڪڍي رني هئي. مٿي ۾ ڌوڙ پيري ڇڏي هئائين- ڪپڙا ڦاڙي ليڙون ليڙون ڪيا هئائين- پاڙو سڄو اچي مٿانس گڏ ٿيو هو- آئون چپ چاپ در تي ويٺو رهيس- ڪيترين ئي ڳالهيون سوچيندو رهيو هئس- انهيءَ پل گگهو وڳو هو- امان جي چوڌاري گڏ ٿيل ماڻهو ڊوڙي وڃي خندقن ۾ لڪا هئا- گهٽيءَ ۾ امان اڪيلي رهجي وئي هئي ۽ مٿان جنگي جهاز زوزاٽ ڪندا لنگهيا هئا- امان ڪنڌ کڻي انهن کي ڏسندي رهي هئي- سڪل ٺوڻ اکين سان ڇوڻ لڳي "آ- ڪهڙو ظلم ڪيو اٿو مون تي منهنجا هيڏڙا پسون يتيم ڪري ڇڏيانوَ- اڙي! مون کي نڌڻڪو ڪري ڇڏيانو- ڪهڙو تہ ڏوهہ ڪيو هو مون اوهانجو؟؟" جهاز بنا ڪا وراڻي ڏيڻ جي لنگهي ويا هئا.

انهيءَ شام پيڻ اڳڻ ۾ ويهي پٿر سان ڪري ٻانهن ۾ پيل ڳاڙهيون ساديون چوڙيون ڀڃي ڀور ڪيون هيون- امان سڄو ڏينهن ٻار ڪدي رني هئي- سندس چوڌاري پاڙي جي عورتن جا ميڙا هئا.

پر امان ته جڻ پاڳل ٿي پئي هئي- پيڻ جي اڪين ۾ لڙڪ ئي نه هئا- هوءَ ته بس چپ چاپ اکيون ڦاڙي سيني کي ڏسندي رهي هئي. مون کي بابا ٻڌايو هو ته جنگ ۾ مرڻ وارا شهيد ٿيندا آهن ۽ شهيد مرندا ناهن جيئرا هوندا آهن- بس ٻين کي نظر نه ايندا آهن.

اُنهيءَ رات، جڏهن امان پٽ ۾ پئي شوڪارا پريندي رهي هئي - ڪونيءَ ۾ ڪنهن ڪنهن مهل پيڻ جو سڏڪو ٿي ٻڌڻ ۾ آيو. ۽ آئون سڄي رات جاڳي بابا جون اکيون پٽي انتظار ڪندو رهيو هئس. بابا شايد سچ پچ مري ويو هو- تڏهن ته نه آيو هو- مري نه ها ته ضرور اچي ها امان کي ائين روئندي ڏسي.

بابا نه آيو-

ٻي ڏينهن به نه آيو-

امان کي شايد پڪ هئي ته بابا ڪونه ايندو- تڏهن ته هوءَ روز صبح جو نئين سر ائين ٻار ڪدي روئيندي هئي جڻ بابا اڄ مئو هجي.

مون کي ياد آهي بليڪ آئوٽ جي اُها اونداهين رات- ڪجهه به نه رڏو هو اسان جي گهر. امان گذريل ڪيترين راتين جيان پٽ ۾ پئي هئي- سندس شوڪارا ۽ سڏڪا اُونداهين ڪرئي ۾ پئي گونجيا. پيڻ کٽ تي اونڌو ڪنڌ ڪيو پئي هئي- سندس چوڙين ڪان ٻُٽي ٻانهن کٽ ڪان هيٺ لٽڪي رهي هئي ياءُ پينگهي ۾ پيو هو.

آئون اُونداهي ۾ اکيون ڦاڙيو ويٺو هئس- شايد بابا مئو نه هجي، ۽ ڪنهن مهل اچي نڪري- ننڊ منهنجي ڪليل اکين ۾ مرچ پري چڙيا هئا جڻ. پر اکيون نه پوريون هئم تڏهن به.

انهيءَ لمحي گگهو وڳو هو- گهٽيءَ ۾ ماڻهن جي ڊوڙڻ جا آواز اچڻ لڳا هئا- شايد خندقن ۾ لڪڻ ٿي ويا- نجاڻ ڇو منهنجي دل چئي هئي

تہ اسين بہ خندقن ۾ وڃي لڪون- امان کي چيو هئم "مون کي ڏپ ٿو ٿئي امان!- هل پاڻ بہ هلي خندقن ۾ ليٽون- هل نہ امان!-" موٽ ۾ امان هڪ ڏکھو ٺڏو ساهہ ڀريو هو- ڄڻ سڏڪندي هجي- چوڻ لڳي "هاڻ ڪھڙا ڏپ- جنهن ساڻ جيئڻ هئا سو ٿي ويو هليو."

ماٺ ڇانئجي ويئي هئي چؤڌاري ۽ اُنهيءَ ماٺ ۾ جنگي جهاز زوزاٽ ڪندا لنگهيا هئا اسان جن گهرن جي مٿان ڪان.

ياد اٿم مون ڪٽ تان لٽڪندڙ پيڻ جي ٻسي ٻانهن پڪڙي ورتي هئي. انهيءَ لمحي جڏهن ايڏو زبردست ڌڪاءُ ٿيو هو- ڄڻ زمين ڦاٽي پيئي هجي ۽ هر شي منهنجي مٿان اچي ڪري هجي. مون رڙيون ڪري پڪارڻ چاهيو هو سيني کي. نجاڻ ڇا ٿيو جو ڪنهن بہ ورندي نہ ڏني هئي مون کي.

نجاڻ ڪنهن مهل اکيون پٽيون هئم- ڄڻ قبر ۾ پيو هئس- سوچيو هئم مري ويو آهيان شايد- مون کي روئڻ اچي ويو هو- سوچيم هئم ڇو مئو آهيان آئون- مونکي تہ اڃا جيئڻو هو نہ- وڏو آفيسر بڻجڻو هو- وڏو ٿي مون کي تہ اڃا سڄي دنيا مان جنگ بند ڪرائڻي هئي- ڇاڇا نہ ڪرڻو هو مون کي- پر مون ائين محسوس ڪيو هو ڄڻ آئون مري ويو آهيان- پيڻ بہ شايد انهيءَ قبر ۾ هئي- جو سندس ٻانهن اڃا تائين منهنجي هٿ ۾ هئي-

"پيڻ !" مون قبر جي اُونداهي ۾ پيڻ کي سڏ ڪرڻ چاهيو- پيڻ ڳالهايو ئي نہ- شايد هوءَ بہ سوچيندي هوندي تہ آئون ڇو مري وئي آهيان؟!

نجاڻ ڪھڙي مهل هئي- جو قبر جي ٻاهران مشينن جو آواز ۽ ماڻهن جو آواز اچڻ لڳو- الائي ڪيتريون قبرون هيون منهنجي قبر جي پاسي ۾- مشينن جو آواز ڇا جو هو؟- ڇا قبرن اندر بہ جنگ لڳندي آهي؟؟- پوءِ ڪان اکيون پوري ڇڏيون هئم-

منهنجي مٿان قبر جي مٽي هٽڻ لڳي هئي- ماڻهن جا ۽ مشينن جا آواز ويا ٿي اوچا ۽ ويجها ٿيندا. مون کي ڏسي ڪنهن رڙ ڪئي هئي

"اڙي هي تہ جيئرو آهي" مونکي چڪي قبر مان ڪڍيو ويو- پيڻ جي ٻانهن منهنجي هٿ مان ڇڏائجي وئي- ۽ آئون جيئرو هئس- پيڻ اندر قبر ۾ رهجي وئي هئي.

"اندر- منهنجي پيڻ بہ آهي" پر ۾ بيٺل فوجيءَ ڪي رڙ ڪري چيو هئم- هو قبرون کوٽڻ لڳا- پر اُهي قبرون تہ نہ هيون- گهر هو منهنجو- مٽيءَ جو دڙو- ڪجھ دير کان پوءِ هنن پيڻ کي چڪي ڪڍيو هو- پٽ تي پئي هئي مون نهاريو اُها پيڻ نہ هئي.

پيڻ جي ٻانهن هئي- ڪپيل- ۽ بس-

ٻاڻ جو صرف پينگهو نڪتو هو- پڃل- پور پور ٿيل ڪاٺيون-

۽ امان- سا تہ نجاڻ ڪيڏانهن گم ٿي وئي هئي- بس سندس پوتي پئي هئي دڙي اندر- اڇي ڦاٽل پوتي.

●

# پيڙا

دور- دور تائين ماٺوءَ جو رت وهندو ٿو وڃي.
شانتي ڪانهي
(سروم دکم- سڀ ڪجهه دک آهي- سڀ ڪجهه دک آهي)
ڪيڏي اُساٽ آهي.
دونهين جا بادل چوڏس ڦهليل- (هاءِ ) منهنجو ساهه ٿو ٻوساٽجي (ڇا مان مري رهيو آهيان!!)- آئين ٿو لڳي ڄڻ پيڙا جي هن رات جو ڪو به ڪنارو ڪونهي. پر مان هن پيڙا ڀري رات مان ٻاهر نڪرڻ ٿو چاهيان، پولار جو سينو چيريندي ستين آسمان جو ڪنارو ٿو ڇهڻ چاهيان.

راڻا!!
مهل ڪڏهن به بيهي نه سگهندي- هاڻي.
سندس واڳون اسان جن هٿن مان ڇڏائجي چڪيون آهن.
(راڻا!!- تو ڏٺو ته ڪيئن اسانجن ڪومل هٿن جون ريکائون مٽايون پيون وڃن).
تو پنهنجن نيڻن تي ڇو هٿ ڏري ڇڏيو آهي!؟- ڇا تون هن هٿ جي آرپار ڏسي سگهندين! ايڏو نراس ڇو آهين؟ ايڏو ڪنور بڻجي ڇو ٿو سوچين!؟- ڇا تنهنجو ويساهه نه رهيو آهي پنهنجي اندر جي سگهه ۾- اکيون پٽ نه- راڻا!!- ٻاهر ڏگهاري ڇو نٿو وقت جي سرڪش گهوڙي جا گس جهلين- توکي ائين جهول ڪٽ تي پئي پئي مرڻ نه گهرجي.

اڪيون- پٽ- نہ- راڻا!!
مان اڪيلي شهر جي سنسان گهٽين ۾، بند دروازن ڪي ڪڙڪائيندي ڊوڙي رهي آهيان-
جاڳندڙ اکين سان سپنا ڏسي رهي آهيان- پر ڇا ڪڏهن بہ اهي بند دروازا کلي نہ سگهندا-؟
ڇاڪاڻ تہ، ماڻهو انڌا بہ ناهن- ماڻهو گونگا بہ ناهن- ماڻهو ٻوڙا بہ ناهن- پر ماڻهن جي دروازن جي ٻاهران ڪٽ چڙهيل تلف چاڙهيا ويا آهن ۽ ماڻهو اندر پوريا پيا آهن (نہ پر مُئا پيا آهن ۽ ڪيڏي باس آهي سڙندڙ آتمائن جي)-

(صدين جي سڪ لاءِ-
صدين جي جنگ جوٽي پوندي آهي ماڻهوءَ کي)

تو لکيو آهي تہ "اسان پن پن ٿي ڇڻي رهيا آهيون"-
پر راڻا !!- جڏهن بہ گهٽائون گجگوڙ ڪري وسنديون ۽ جڏهن بہ امن جي گلابي منڊ موٽي ايندي- تڏهن ڪنهن تارن ڀري رات ۾ اسانجي اجاڙل مرڪ ۾ نئين چٽنگ دڪندي ۽ اسان اهو پن- پن ميڙي جيون- جنگ ۾ ٻيهر ڪاهي پونداسين (ها نہ- راڻا!!)-
تو اهو بہ تہ لکيو آهي نہ تہ- ساوڻ جهڙو جيءُ اسانجو- گجگوڙ ڪري وسندو-
اڄ ڀنيرڪي تائين توکي ۽ مون کي جلڻو آهي- هن اونداهين رات مان ٻاهر ڊگهاري سورج ديو ڪان روشنيءَ جي ڀيک بہ مڱڻي آهي- پنهنجيءَ مٽ ۾ ساوڻ جهڙا لڙڪ سهي پر تو ڪڏهن برسات کان پوءِ بادلن جي اوٽ مان سج کي ايرندو ڏٺو آهي راڻا!!- ائين لڳندو آهي ڪائنات ٻيو جنم وٺندي هجي- پر منهنجو ٻي جنم ۾ ويساهہ بہ

ڪونهي- ڏس نه، ماڻهوءَ کي ٻي جنم جي آس تي ٽڳڻ بدران، انهيءَ هڪڙي جنم جا دائرا ٽوڙڻ گهرجن- تنهنجي سگريٽ جو ڦلو وڌندو پيو وڃي، ڇا پيو سوچين؟- پوءِ جا اهي پاوَ نه ورائيندا اٿئي راڻا، نه ڪٿي ائين سوچيندي سوچيندي ئي نه حياتي بند مٺ مان لنگهي وڃي- ڇا تو ۾ حياتيءَ جي لهندڙ سج جي پاڇولن ۾ ويهي خالي (ڪوري ڪاڳر جهڙي) مٺ ويهي پسڻ جي سگهه هوندي!؟- نه- نه مان نه ائين سوچي ٿي دکي تي پوندي آهيان- بند مٺ ۾ ڪجهه نه رهجي وڃڻ گهرجي- ساوڻ جهڙو ڳو لڙڪ بسنت رت جهڙي ڪا مرڪ-

ياد نه ٿو پويم ته ڪڏهن پر ڪنهن خط ۾ تو لکيو هو ”سڳنڌ! وقت ڏاڍو تکو ٿو ڊوڙي ابڏو تکو- ايڏ ڪو جو پل اپل ۾ ٿي نيڻ نهار ڪان الوپ ٿيو وڃي- پوءِ انڌن وانگر هٿوراڙيون ڏئي ماڻهوءَ کي هلڻو پوندو آهي- هزارين لکين سپنا ڏسندا آهيون پر حقيقت اها آهي ته اسان اتي جو اتي رهجي ويندا آهيون- اسانجيون سوچون ۽ سپنا وقت جي تکي ڊوڙ جو ساٿ ڏئي نه سگهندا آهن- پوڙها ٿي ويندا آهيون ۽ مري ويندا آهيون“- تون ائين ڇو سوچيندو آهين راڻا؟ ائين نه سوچيندو ڪر- جيون صرف ٽي ٻي سيني ٽورئيم ته ناهي نه، جنهن ۾ صرف رت ٽڪي مري وڃجي- ۱۹۷۱ع ۾ جڏهن جنگ لڳي هئي ۽ اسان جي گهر ۾ بليڪ آئوٽ جي گهور اونداهي ڦهلجي ايندي هئي- مان گيلري ۾ ويهي ٻاهر اونداهي ۾ ٻڏل ڪائنات کي ڏسندي موت ۽ زندگيءَ جي فلسفي تي ڇا ڇا نه سوچيو هو- ماڻهو ڪيڏو بس ڪٺي موت جو اڙاهه ٻاري پر هي چوڏهين جو چنڊ اجهامڻو ناهي- تارن ڀريو آسمان، اونداهي ۾ جهومندڙ وڻ، وهندڙ سمنڊ جو وشال نيرو سينو، ماڻهن جي گهرن جي چمنين مان وٺ سٺ ڪائي نڪرندڙ دونهون، پاڙي جي گهر مان ايندڙ ٻار جي ٽهڪ جو مڌر پڙلاءُ- وقت جي تکي ڊوڙ ته رکجي نه سگهندي آهي راڻا، پر ماڻهوءَ جا نيڻ بس ڪڏهن سپنن کان خالي نه

رهندا آهن- ماڻهوءَ جا نيڻ آباد شهر سمان آهن-

اڄ نه- راڻا!!، ڪليل نيڻ ٻرندڙ سج ۾ ڪپائي ڇڏيون-

ڪيسين تائين پيو ائين ويليم تي ٽڳيندين!؟- پسم تي ويندين راڻا!، جيڪڏهن ائين ئي پيو اندر ۾ سلوپوائزن اوتيندين- ائين ته سوچڻ سمجهڻ جون سموريون صلاحيتون مري وينديون- اندر سڄو قبرستان بڻجي ويندئي- انيڪ ڏينهن ڪان پئي سوچيان ته گورين جي اها شيشي دريءَ ڪان ٻاهر اڇلي ڇڏيان- توڪي ڪلهن ڪان جهلي ايڏو ڏونڌاڙيان- ايڏو ڏونڌاڙيان جو تنهنجي رت جي هرڪا بوند اٿلي پوي- ڇو ايڏو بي حس ٿي ويو آهين!؟- ڪيترن ڏينهن ڪان دري نه کولي اٿئي، ڇا پاڻ کي اهو ويساهه ڏيارڻ ڪاڻ ته ائين پاڻ کي ٻين ڪان ڪٽي سگهڻ ۾ ڪامياب ويندين!!- ڏس نه، ٻاهر ڪائنات پنهنجن سمورن هنگامن سميت سجاڳ آهي- برسات جون بوندون رستن تي جرڪي رهيون آهن- تو جيها انيڪ ماڻهو آهن جيڪي مسلسل انهن رستن تي ڊوڙي رهيا آهن، جنم پل ڪان مرڻ پل تائين- تنهنجي بند دريءَ ڪان ٻاهر پوڪيل گلاب جي ٻوٽي تي انيڪ گل ٽڙي پيا آهن- مان تولاءِ هڪ گل ڇني اچان راڻا!!- هاڻ ته پلا سگريٽ اجهائي ڇڏ، ڪٽي آڱريون نه سڙنئي- ائين گهوري ڇا ٿو ڏسين مون ۾؟

اڄ- راڻا-!!- بادلن کي پاڪرن ۾ پريون-

سنڌ جي سر مٿان تاڻيل نيل گگن هيٺ بلڪل تنها (پنهنجي

سنسان ذات اندر) سوچيان ٿي راڻا!!- اسانجن پيرن هيٺان وهندڙ وقت جو كارو- گهرو سمنڊ كٿي وڃي پڄاڻي كندو!؟- ڇا اسان سڀ (تون- مان ۽ هي موڪي من وارو لوڪ) كنهن اونهي كاهيءَ ۾ كرڻ وارا آهيون ۽ پوءِ ڇا اسان سڀ انهيءَ اونهي كاهيءَ منجهه رڙيون كري كري (Help- Help- Help) مري ويندا سين!؟- ۽ ٻاهر كائنات جيئن جو تيئن موجود هوندي! تون ٻڌين پيو نه؟- الاءِ ڇو مون كي ائين ٿو لڳي ڄڻ تنهنجن كنن منجهه پٿر پريل آهن- ماڻهو ڇون ٿا ته تون پاڳل ٿي رهيو آهين- ماڻهو بكواس ٿا كن، ها نه راڻا!! مان ڄاڻان ٿي ته تنهنجي اندر جو سچو انسان جيئڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو آهي- مان سڀ ڄاڻان ٿي- ماڻهوءَ جا نيڻ ته كائي جي پت آهن، جنهن جي آرپار سڀ كجهه ٿو پسجي- كالهه تو ڇيو هو نه ته تون ان لاءِ نٿو دري كولين جو پريان كان پسجندڙ پاڳل خاني جي ڏكهي ديوار تنهنجن نيڻن ۾ ٿي چڀي!!- مان به انيڪ سالن تائين پنهنجي كمري جي دري ان لاءِ نه كوليندي هيس جو سامهون (نيڻ نهار تائين) ڦهليل سنسان قبرستان نيڻن منجهه لهي ايندو هئم- پر راڻا!!، اهي ته زندگيءَ جون حقيقتون آهن نه- كڏهن كڏهن ماڻهو پاڳل نه هوندي به پاڳل ٿي پوندو آهي ۽ كڏهن كڏهن جيئرو هوندي به مئل مئل پيو محسوس كندو آهي-

اڄ نه راڻا!!- ٻانهن ڏكهاري سڄ كي مٺ ۾ بند كريون-

كنهن هكڙي ڏڳ تي ويهي ليكا پائڻ كان، ڇا سٺل اهو ناهي راڻا!، تون اهو ڏڳ ٿي اورانگهي اچين- هي ڇا، لڙك!!؟ اوري آءُ- مان پنهنجي پوتيءَ جي پلاند سان تنهنجو لڙك اگهان- اڙي- تون ته ايڏو اٿل هئين نه پُرڻ جهڙو- ڇا ٿي ويو اٿئي راڻا؟ ان سموري عرصي ۾

آرسي ڏني اٿئي؟- ڪارا دائرا پئجي ويا اٿئي نيڻن جي چؤڌاري ڪيڏو ڏهرو ٿي ويو آهين- هڏ بہ ماس تان اڀري آيا اٿئي- اجا تہ جوان آهين راڻا!! پر هينئر ڪان ٿي هٿن ۾ ڏڪڻي اچي وئي اٿئي- ڇا اهو سڀ تو جهڙي ماڻهوءَ لاءِ سٺو آهي!!؟- سمهڻ، ڪائڻ ۽ پوکڻ، رکو اهائي تہ زندگيءَ جي روٽين نہ هئڻ گهرجي راڻا!! مسلسل ننڊ جون گوريون کائڻ کان پوءِ هڪڙي اسٽيج اها بہ ايندي آهي، جڏهن جڳن جا اوجاڳا ماڻهوءَ جو نصيب بڻجي ويندا آهن- مان ڇا ڄاڻان ٿي تہ تون گذريل انيڪ راتين کان جاڳندو پيو اچين- راتين جي انهن اوجاڳن ۾ ڇا لوچيندو آهين راڻا؟- مان ماڻهن منجهان ناهيان پر ڪڏهن ڪڏهن مون کي بہ ائين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ تنهنجي سڙڻ، اڪڻ، سوچڻ جي سگهہ مرندي ٿي وڃي ۽- ۽ تون پاڳل ٿي رهيو آهين- جي ائين ناهي تہ پوءِ تون ڇو نئو ڪوريئڙي جي ان ڄار مان نڪري اچين-

اڄ نہ راڻا!!- سيئي نيئر چني ڇڏيون-

سانجهيءَ ويل، ڪارونجهر جي ڪناري تي اڪيلي بيٺل مان- آرسيءَ جهڙي پاڻي منجهہ اڀري آيل منهنجو عڪس اڇن پکين جي ڏکهي (۽ تهائين اوچائيءَ ڏانهن) اڏڪڻ اُڏام- پاڻيءَ منجهہ پاڻ ڏاريندڙ اجوڪو سچ، ڪي ڪن اڳ جڏهن اجهاڻو هو، تڏهن من ۾ لوچيو هئمہ تولاءِ تہ تون اڄ بہ هٿ ڏکهاري سورج ديو ڪان روشني ڀيک مڱي نہ سگهين- ۽ اونداهين جي ان غار جي پڇاڙيءَ جي سڌ بہ اٿئي راڻا؟ جنهن منجهہ روشنيءَ جو ڪو هڪ ترورو بہ ڪونهي ۽ تون جنمن ڪان هڪ ئي پٽ ڪي ٽيڪ ڏيو، نستو ٿي پيو آهين- توکي ڪابہ سڌ ڪانهي- توکي اها بہ سڌ ڪانهي تہ ماڻهوءَ جي هٿ- ريکا گونگي آهي ازل کان (اجايو پيو ائين ڪلاڪن جا ڪلاڪ هٿ ريکا تڪيندو آهين)- ٻولڻ

جي سگهه تہ ماٺهوءَ جي من ۾ هوندي آهي راڻا!!- جيڪو پل- پل پيو ڏڙڪندو آهي پر تو تہ ڪڏهن بہ ڏڙڪندڙ من جي آوازن تي ڪن ئي ناهي ڏريو- تون ائين پڇري، ڪامي، سڙي رک ٿي ويندين، اندر ئي اندر- مري ويندين راڻا!!-

مري ويندين- مري ويندين- مري ويندين

(هوءَ ٻنهي هٿن ۾ مک لڪائي سڏڪي ٿي پوي- سندس هٿن جون نرمل- ڪومل آڱريون هوريان هوريان آليون ٿينديون رهيون- ۽ هو اندر ئي اندر پٿر بڻبو رهيو)-

اڄ نہ- راڻا!!- لڙڪ سيئي روئي ڏيون (سڏڪو)

دک سيئي اوري چڏيون- ائين چپ ڏندن هيٺ پيڙي چا ٿو سوچين!!- ڪيترن ڏينهن کان شيوَ بہ نہ ڪيو اٿي (صديون لنگهي ويون آهن ۽ تون منهنجي ڪلهي تي ڪنڌ ڏري رنو بہ ناهين)- لڙڪ سيئي روئي ڏيڻ کان پوءِ اندر ۾ نئين سگهہ جنم وٺندي آهي- مان ڄاڻان ٿي تہ ڪهڙو دک توکي اڏوهيءَ جيان اندر ئي اندر کائي ٿو- تون مون کان ائين لڪائيندو چو آهين!؟- ڪو نہ ڪو دک اسان سيني جي من ۾ پلجي پيو- اسين سڀ پنهنجي پنهنجي پيڙا جي پولار ۾ هٿوراڙيون ڏئي ٻوڙون پيا پايون- پر ائين شڪستن چو ڪفن تاڻي سمهي پوڻ اسان مان ڪنهن کي ٿو جڳائي راڻا!!؟- جنهن پيت کي تون ٽيڪ ڏيو (صدين کان) ائين نستو ٿيو پيو آهين، ڄاڻين ٿو، انهيءَ پيت جي هن پار چا آهي!؟- چو تنهنجين اکين منجهہ ايڏي ويراني لهندي ٿي اچي!؟- ڊاڪٽر غلط ٿا چون تہ تون پنهنجو دماغي توازن وڃائي رهيو آهين- ڊاڪٽرن کي ڪهڙي سڌ تہ تون ڪيڏو اٽل آهين- پاڳل پڻي جي ڪيفيت مان تہ هر ڪو لنگهندو آهي- جڏهن مان بہ (ڪڏهن-

ڪڏهن) پيڙا جون سموريون حدون اورانگهي ويندي آهيان، تڏهن مون کي بہ ائين پيو محسوس ٿيندو آهي جڻ پاڳل ٿي وئي آهيان- ايڏا سگريٽ ڇو ٿو پيئين!؟ ڇون ٿا ان سان ڪيسر ٿي پوندو آهي- نہ- نہ مان توکي ائين جهول ڪٽ تي پئي پئي مرڻ نہ ڏيندس راڻا؟- اهو هڪ ئي پيرو جيئڻ جو آهي نہ، پوءِ ان ۾ جي انيڪ وار پيو مرندين تہ پوءِ پيلا جيئندين ڪڏهن راڻا!!- اٿي نہ، ٻاهر برسات پئي پوي- جهڙالو آسمان آهي- ماڪ ڦڙن جهڙيون بوندون آهن- هل ٻاهر وراندي ۾ هلي ويهون- مان تولاءِ گرم ڪافي ٺاهي ٿي اچان- وڻن جو پن پن ڏويجي ويو آهي- رستي تي ٻار قميصون لاهي برسات جي پاڻيءَ ۾ وهنجي رهيا آهن- نہ!!؟- پيلا دري کوليان!؟- آخر ڇو راڻا!- ڇا تون پنهنجن ڪليل نيڻن منجهہ ڪائنات جي اها سندرتا نٿو پرڻ چاهين- حياتيءَ جي هنن ساون لهرائيندڙ ڪيتن منجهہ تنهنجو بہ تہ حصو آهي نہ!؟ ڇا ڳالهہ آهي، تون ائين يڪ ٽڪ ڇا گهوري رهيو آهين- راڻا - راڻا-!!

اڄ تہ راڻا!!- حياتيءَ جي ساون ساون ڪيتن ۾ ڊوڙون پايون-

**پڇاڙي:** سالن پڇاڙان پاڳل خاني جي اوچي ۽ ڊگهي ديوار جي اڳيان ڪان لنگهندي من ائين پرچي آيو آهيس جيئن ڇنندڙ ڦٽ اٿلي پوندا آهن-

"راڻا"- بند ڇپن جو پڙڪو

ڪن ترسي، وارن ۾ لڳل گلاب جو گل ڪڍي پٽ جي هن پار اڇلي ٿي، پاڳل خاني جي اندر-

# تون ۾ مان ڪڏهن به
# نه ملنداسون

اسان مليا هئاسون سال جي شروعات ۾. جنوريءَ جي ڪهڙي تاريخ هئي ياد نه اٿم، پر اُها شام ڪيڏي ٿڌي ۽ هيبتي هئي!، ان جو سارو ڏوَ اٿم. وڻ سيئي بي لباس هئا تن ڏينهنئين. سج جي ڪرڻ، پريتم جي ڇُهاءَ جيان ٿي جسمن کي گرمايو. اُن شام جيتوڻيڪ اجا سج لهڻ جو سمو نه ٿيو هو، پر آسمان ايترو ته جُهڙالو هو، جو سنجها جو سمو ٿي لڳو. زندگي ائين ٿي روان دوان هئي، جيئن جُڳ جڳاندر کان رهندي پئي آئي آهي. نه پر (شايد!) اُن شام زندگي سدائين کان وڌيڪ هنگاما خيز هئي. سيمينار جي پڄاڻيءَ تي اسان ٻئي ڪافي شاپ ۾ اچي ويٺا هئاسون. لٽريچر، آرٽ، فلاسفي ۽ دنيا جي بدلجندڙ حالتن ۽ انهن جي تهائين گهڻو بدنما ۽ ڀيانڪ پوڻ تي ڳالهائيندي ڳالهائيندي، نجاڻ ڪهڙي پل سيئي موضوع ختم ٿي ويا هئا ۽ وچ ۾ آيل مانار جي وٿي، جڻ انتهہ پولار بڻجي پئي هئي. هُن دريءَ کان ٻاهر نهاريو. سگريٽ دکايائين ۽ سگريٽ جو دونهن وٺ سٽ ڪائيندو، ڪن لاءِ منهنجي چهري کي گهيري بيهي رهيو، جڻ ڪو ڪوهيڙو ڇائنجي ويو هجي، اسان ٻنهي جي وچ ۾. ڪي ڪن پوءِ جڏهن ڪوهيڙو هٽيو هو اسان ٻنهي جي وچ تان، تڏهن منظر بدليل محسوس ٿيو هئم. اسانجي اندر جا منظر بدلجي ويندا آهن، اسانجي نيڻ نهار ۾، پر اڪثر احساسن جي رستي. بلڪل ائين، جيئن نيرو آسمان، ڪڏهن ڪڏهن، پنهنجي اندر ۾ سُرخ ٿامو محسوس ٿيندو آهي.

هن چيو: اسان ٻين جي اندر جي گهرائين ۾ لهڻ کان ڀڄرين،

پنهنجي اندر ۾ ڪيڏا اجنبي هوندا آهيون. ان هوندي به تہ بظاهر ڪيترا منظر، ڪتاب، ماڻهو، خواب زندگيءَ ۾ شامل هوندا آهن. عجيب ڳالهہ اها آهي تہ پنهنجو پاڻ پاڻ کان وڌيڪ، ڪنهن ٻئي، ڪنهن ٽئين ۽ بلڪل اوپري شخص جي اندر ۾ احساس رستي ليئدو آهي. اڄ تو سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي، بلڪل هيٺئين اوچتو ۽ پهريون ڀيرو مون کي لڳو تہ مان پاڻ کي سڃاڻي سگهان ٿو!؟

مون چيو: شايد، اساڻجي اندر ۾ ديبل، احساس ۾ ويڙهيل ڪجهہ منظر، اوچتو، ڪنهن اوپري شخص سان ٽڪرائڄ ڪانپوءِ وڌيڪ چٽا ٿي نيڻ نهار آڏو ٿي بيهندا آهن. مان ان کي سڃاڻندي تہ هيس، پر ان سڃاڻپ ۾ حساسيت ۽ جذباتي پڻو مون کي پهريون ڀيرو محسوس ٿيئي ٿو.

ڪافي شاپ مان اسان ٻاهر نڪتاسون تہ سج ٻيچ رات ٿي چڪي هئي. سياري جي ڪري ٽريفڪ تمام گهٽ هئي. ايڪڙ ٻيڪڙ فوجي ٽرڪ ٿي لنگهيا. موڙ جتان اسان جا رستا الڳ الڳ ٿيا ٿي، اُتي چيڪ پوسٽ گذريل ڪيترن مهينن کان قائم ٿيل آهي. بہ فوجي مورچن ۾ نشانو ونيو ويٺا هئا. ڪجهہ مورچن کان ٻاهر جديد هٿيار ڳلهن ۾ لٽڪايو بيٺل هئا. هڪ اسان تي تاريخ جي روشني وڌي ۽ هڪل ڪئي. ڪجهہ پل پهريون ذهن جتهن جذباتي پڻي ۾ بدل هو، اهو پيو جا پاوَ بڻجي، لونءَ لونءَ ۾ چيڻ لڳو فوجيءَ اساڻجي تلاشي ورتي. منهنجي پرس ۾ ڪنهن هٿيار بدران اُهو نظم هو، جيڪو سيمينار جي شروعات ۾ پڙهيو هيم.

آءٌ
پاڳلن جيان
ڪڏهن پنهنجي ڌرتيءَ جي مٽي
منهنءَ تي مليان ٿي
ڪڏهن پنهنجن هم وطنن جا چهرا
ڪنهن جلا وطن جيان تيڻن ۾،
چڻ آخري ڀيرو پرڀان ٿي

جنهن درياهہ جو پاڻي، جنهن ڪان ٿي ماءُ پياريو اٿم
اُنهيءَ ۾ آڱريون اٿين ٻوڙيان ٿي
جڻ جنهن ڪان ٿي اڃايل آهيان
۽ پيئڻ لاءِ مون وٽ بس اڪ جو پاڻي آهي.
هر صبح کي- هر شام کي
ٻارن جيان حيرت مان پسان ٿي
پنهنجي ئي جنم شهر جي گهٽين ۾
اجنبين جيان ڦرندي
پنهنجي ئي گهر جو ڏس پڇان ٿي

جڏهن ڪان منهنجي ڏيهہ تي
ڏارئين ڪاهہ ڪئي آهي تڏهن ڪان
پاڳل پڻي جي اهڙين ئي ڪيفيتن ۾ آهيان.

فوجيءَ هڪ اُچاتري نهار نظم تي وڌي. شڪ ٻُڏاٽل نوع ۾ مون ڏانهن نهاريائين ۽ نظم وارو ڪاغذ ڦاڙي، پُرزا، پرزا ڪري هوا ۾ اُڏاري ڇڏيائين. ڪاغذ جا پُرزا ڪي ڪن اُڏاٽا ۽ پوءِ نستا ٿي روڊ جي ڪاري پٿرائين ڇاتيءَ تي ڪري پيا. ٻولي نہ سمجهندي بہ فوجيءَ کي اندازو ٿي ويو هو تہ اهو نظم ئي ٿي سگهي ٿو. آءٌ ۽ نظم اٿين جدا ٿياسون، جيئن ماءُ ٻار ڪان جدا ٿيندي آهي. تلاشيءَ دوران هُن جي کيسي مان اُهو مقالو نڪتو، جيڪو هن سيمينار ۾ پڙهيو هو، 'منهنجي ڏيهہ کي ڏارئين جي ڪاهہ ڪان بچايو' ان مقالي دوران هر هر پنڊال تاڙين سان گونجندو رهيو هو ۽ هن وقت مقالي جي ڪاغذن تي فوجيءَ جو ڀاري بوٽ رکيو هو. اسانجي ڏهيل ڏهيل احتجاج تي، چيندڙ لهجي ۾ فوجيءَ چيو ، "آءٌ اندازو لڳائي سگهان ٿو تہ هن دور ۾ اوهانجي

ٻوليءَ ۾ لکيل ڪا ٻه شيءِ امن امان جي صورتحال ۾ بگاڙو آڻي ٿي سگهي."

اُن موڙ تان ، رستا الڳ ٿيڻ تي، موڪلائڻ کان پهرين، ڪي ڪن اسان چپ چاپ اسٽريٽ لائيٽ هيٺ بيٺا رهيا هئاسون. نه هن ڳالهايو ۽ نه مون- بنا ٻيهر ملڻ لاءِ ڪجھ چوڻ جي.

چڱو....

چڱو.....

چئي الڳ الڳ رستن ڏانهن مُڙي ويا هئاسون اِها اسانجي پهرين ملاقات هئي.

•

اُن کان پوءِ اڪثر روڊ تي ڪڏهن پنڌ ، ڪڏهن بس ۾، دل چاهيو ته ڪاش ڪٿي اوچتو، هڪ ٻئي جي سامهون اچي بيهون. اُن رات جي تلخيءَ ۾ جيترو ڪجھ اڻپورو ۽ بي معنيٰ بڻجي پيو هو، اُهو ٻيهر محسوس ڪندي، هلڪڙي ڇُهاوَ جي احساس سان بس مان لهي، روڊ ڇڏي، فوٽ پاٿ تي ساڻ ساڻ هلندا رهون.

تن ڏينهن شهرَ ۾ ڏاڍي ڇڪتاڻ هئي. ناحق ۽ ڏاڍ جو سلسلو، ڏاڍي طبقي طرفان هيٺئين طبقي يا قوم تي بنا روڪ ٽوڪ جي هلندو رهي ته نه رڳو اُن ڏاڍ ڪندڙ طبقي جي صفن ۾ سڪون رهندو آهي، پر حڪومت جي معمولات به پرسڪون نوع ۾ جاري رهندي آهي. رياست جي سرد مهر خاموشيءَ ۾ طوفان جون لهرون تڏهن اٿنديون آهن، جڏهن پيڙهجندڙ طبقو يا قوم اوچتو احتجاج جي پهرين دانهن ڪندي آهي. ان کي رياستي ٻوليءَ ۾ امن امان ۾ بگاڙو چئبو آهي. اُن امن امان جي بگڙيل صورتحال تي قابو پائڻ لاءِ، ناحق ڪندڙ جي بدران، احتجاج ڪندڙ جي وات تي حڪومت ڪي لت رکڻي پوندي آهي. ملڪ جي سلامتيءَ جي نالي تي رچايل ناٽڪ ۾، احتجاج ڪندڙ ڪردار جي وات تي لت رکڻ جي اُن ڪُڌي فعل کي قانوني جواز ۾ حق مليل

آهن.

وات تي رکيل لت

ان رد عمل ۾

احتجاج ڪندڙ طبقو ڇتو ٻڌجي پيل.

اسانجي ٻي ملاقات اهڙين ئي حالتن ۾ ڪيتري عجيب ۽ اٿپوري هئي. جيئن وات تائين آيل پاڻيءَ جو گلاس ڪوئي ڦري وٺي.

روڊ جي هِن پار مان ۽ هُن پير هو، وچ تي مچريل جلوس، احتجاج ڪندڙن جو ۽ ان تي پوليس ۽ فوج جي ڪاهه- لٺيون، لتون، پهرين هوائي فائرنگ پوءِ سڌو هجوم ڏانهن رائفلن جا منهنءَ ڪجي ويل. آخر ۾ ٽيئر گيس ۽ اکين تيُ هٿ ڏري مختلف ڏسائن ڏي ڊوڙندڙ هجوم. ان سموري وارْدات دوران، اسان هڪ ٻئي کي روڊ جي هِن پير ۽ هُن پير اکين ئي اکين ۾ ڳائي ورتو هو.

پوءِ وچ ۾ هڪ ٻئي کي پائڻ جي جتن دوران، هڪ ٻئي جي نيڻ نهار کان الوپ ٿي ويا هئاسون. ان کان پوءِ قيامت جهڙي شور ۾، ٽيئر گيس کان گهٽجندڙ ڳلي ۽ سڙندڙ اکين تي هٿ ڏري، پاڳلن جيان ڀڄندي، هڪ ڊگهي عرصي لاءِ جدا ٿي ويا هئاسون.

شهر ۾ ڊگهو عرصو ڪرفيو لڳل رهيو. ڪرفيو فقط سڙڪن ۽ ڳلين ۾ نہ لڳندو آهي، ڪرفيو ذهنن تي بہ لڳندو آهي. احساسن، اميدن ۽ ويساهہ کي ٽڪائي شل ڪرڻ لاءِ، منهنجا احساس سڄي سڄي رات لاش جيان منهنجي بستري ۾ پيا هوندا هئا. لاش، جنهن تي ڪڏهن هن جي جسم جو گمان ٿيندو هئم ۽ ڪڏهن پنهنجي جسم جو. جن حالتن ۾ مون ايترا ذاتي ۽ حساس خواب ڏسڻ شروع ڪيا هئا، اُهي حالتون ئي اهڙيون هيون، جن ۾ مان ڪنهن زندهہ انسان بدران لاش سان ئي وصل ماڻي سگهيس ٿي.

گهٽ ۾ گهٽ لاش جهڙو جيئرو انسان.

اميد ۽ ويساهہ تہ هُئن بہ ٽڪجي شل ٿي پيا هئم.

ان کان پوءِ مليا تہ هئاسون، ساڳي ڪافي شاپ جي ساڳي ڪارنر

تي. وٽن تي ساوڪ پنهنجو رنگ هاري، انهن جي ننگائپ کي ڍڪي ڇڏيو هو. پهريون ڀيرو جڏهن اتي اچي ويٺا هئاسون، تڏهن سامهون ڳڙڪيءَ مان پسجندڙ پيلي پٿر جي اُها مني صدي پراڻي بلڊنگ، جنهن ۾ شهر جي اصلوڪن رهواسين جا فليٽ هئا، جيئن جو تيئن بيٺل هئي. جيتوڻيڪ، مني صديءَ جو عرصو لنگهڻ کان پوءِ بي حد بدصورت ۽ ڪنڊر بڻجي چڪي هئي، تڏهن بہ منجهس زندگيءَ جا آثار ڪر کنيو بيٺا هئا. مثلاً گيلرين ۾ سُڪندڙ آلا ڪپڙا (مون کي اجا تائين ڪنهن هڪ گيلري ۾ سُڪندڙ ڪنهن نئين چاول ٻار جو ڳاڙهو سوئيٽر ۽ ٻہ پتڪڙا جوراب ياد آهن). بلڊنگ جي ڳڙڪين مان ليئا پائيندڙ چهرا ۽ آواز چڻ زندگيءَ جي موجودگيءَ جو ثبوت هئا ۽ هينئر ساڳي بلڊنگ قبر مان نڪتل ڪنهن پوائتي هڏائين پڃري جيان ٿي محسوس ٿي، جنهن جو بد روح آڌيءَ آڌيءَ رات جو قبر مان نڪري، شهر جي سڙڪن تي پنهنجي قاتلن جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو هجي. احتجاج ڪرڻ جي ڏوهہ ۾، جتي شهر جي اصلوڪن رهواسين جو ڪيترو ڪجهہ ماريو، ساڙيو ۽ برباد ڪيو ويو هو، اُن ۾ اها بلڊنگ بہ شامل آهي. پهريون ڀيرو ملڻ تي اسان ڪيترو ڪجهہ ڳالهايو هو ۽ اڄ چڻ اسان وٽ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ناهي. ادب، آرٽ، فلاسافي- ڪٿي ڪٿي انهن جي حد بہ ختم ٿي وڃي ٿي. ۽ ماڻهوءَ جي دل صرف رڙيون ڪرڻ تي چاهي ٿي.

گهري خاموشي، رڙين ۽ دانهن جو پس منظر يا رد عمل آهي.

ڪافيءَ جا مگ اٿين ئي اسانجي وچ ۾ پيا رهيا ۽ اُنهن مان ٻاڦ اٿندي رهي. ڏکي خاموشيءَ کانپوءِ اسان ڳالهايو هو.

هن چيو: انهيءَ وچ واري عرصي ۾ توسان ملڻ لاءِ دل ڏاڍي ٿي چاهي، پر ائين ٿي لڳو تہ تنهنجي منهنجي آفس جي وچ ۾ جيڪو ويهين منٽن جو فاصلو آهي، انهيءَ ۾ ٻن مهاڀاري لڙائين جي تباهيءَ جيترو ڦهلاءُ آهي. اسانجيون زندگيون بس ائين ئي آهن . ڪنهن اڄاتي ٽائم تي فڪس ڪيل ٽائم بم مٿان رکيل. زندگيءَ جي سموري گول ڦرندڙ ڦيري دوران، اسان بم بلاسٽ ٿيڻ جا منتظر آهيون. توسان ملڻ

بہ تہ ڪيئن!؟ ڪڏهن ٽيئر گيس ڪوهيڙو بڻجي منهنجي اکين کان منهنجا سيئي گس پنڌ وڃايو ڇڏي. ڪڏهن گولين جو وسڪارو، ڪنهن پڇي نڪتل رنگبروٽ جيان موت جي پوَ هيٺ ابتن پيرن ڊوڙڻ تي مجبور ڪريو ڇڏي. مان موت کان لڪندو وتان يا توسان ملڻ جون راهون ڳوليان!؟ نہ ئي مرڻ ٿو چاهيان، نہ تو کي وساري ٿو سگهان، نہ ئي هن نفسياتي ۽ هٿيار بند ويڙهہ ۾ نہ چاهيندي بہ ٿاتل پنهنجي انفرادي سڃاڻپ کي اجتماعي حوالي سان شڪست جي ڪنهن اوڙاهہ ۾ ڦٽو ڪري سگهان ٿو. مثلاً مون وٽ هٿيار ڪونهي، پر مان وڙهڻ ٿو چاهيان ۽ جڏهن وڙهڻ جي سگهہ ڪني ڪرڻ جو جتن ٿو ڪريان، تہ اها چاڻ ٿي پويم تہ، وڙهي نٿو سگهان. مرڻ نٿو چاهيان، جو اُنهن خوابن تان هٿ ڪڻڻ مُنهنجي وس ۾ ئي ڪونهي، جن ۾ نہ رڳو تون آهين، پر اُهو سڀ ڪجهہ آهي، جن کي ماڻڻ لاءِ، رستا وري بہ گهمي ڦري انهيءَ مڙهيل نفسياتي ۽ هٿيار بند جنگ تي اچي رسن ٿا- ڇا ڪجي!؟ مان بهرحال هيٺين طبقي منجهان آهيان، ان ڪري چُپ رهندي بہ احتجاج ڪندڙ آهيان ۽ اُن ڪري ان مڙهيل جنگ ۾ وڙهڻ لاءِ مجبور آهيان- انهيءَ ويڙهہ جي انت ۾ شايد مان ۽ تون جيئرا هجون! شايد اسان ٻنهي منجهان ڪو هڪ باقي هجي يا شايد اسان ٻئي نہ هجون! سج پڇين تہ ايذاءَ جي ڊگهي سلسلي مان لنگهايو پيو وڃان. شهر جي هر چوُنڪ تي بيٺل فوجين کي پنهنجي تلاشي ڏيندي ڏيندي، چڻ چور بڻجي پيو آهيان. اِهو ڄاڻندي بہ تہ منهنجا ڪيسا خالي آهن، پوَ کان دل بيهڻ لڳندي آهي تہ نجاڻ ڪهڙي شيءِ مون منجهان نڪري پوي ۽ مان پڪڙيو وڃان.

سج لهندي ئي ڪرفيو راڪاس جيان شهر جي ٻي ڳچيءَ مان ڦري ويندو آهي ۽ زندگي ڪنهن ٻي ڏوهيءَ جيان مڙهيل قيد هيٺ، گهرن ۾ پورجي ويندي آهي. افسوس اهو آهي تہ مان سڪون، امن ۽ انسان دوستيءَ جي ڪنهن شاندار دور ۾ نہ جنميو ويس. منهنجي حصي ۾ آگ، خون، بربادي، تباهي، ماڻهوءَ جي هٿان ماڻهوءَ جي ڪوس ۽ هٿيارن

جي پيانڪ ويڙهہ ۾ ٿڪائيندڙ مايوسيءَ جو جڳ آيو ۾ مان ان ۾ ان لاءِ بہ جيئڻ لاءِ مجبور آهيان، جو مان بهرحال موت ڪان ڊڄان ٿو، اهو چاڻندي بہ تہ، موت ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾، ڪٿي نہ ڪٿي مون کي ڳڌجڻو ئي آهي. اِها بہ پڪ اٿم تہ منهنجو لاش لاوارث حيثيت ۾ ڪنهن اُنداانهين ڳلي يا ڪنهن گندي ناليءَ مان لڀندو يا اتيڪ ڏينهن پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ اسپتال جي سردخاني ۾ پيو هوندو، يا ماتم ڪرڻ لاءِ منهنجي ماءُ کي ڏنو ويندو، ۾ هوءَ ماتم ڪندي بہ منهنجي چچريل چهري کي ڏسي هر هر شڪ منجهان سوچيندي تہ نچاڻ اِهو منهنجو پُٽ آهي يا نہ؟. ان ڪان بہ وڌيڪ افسوس ان ڳالهہ جو اٿم تہ اِهو سڀ ڪجهہ مان پنهنجي ئي وطن ۾، پنهنجي جنم شهر ۾ پوڳيان پيو. جنهن شهر جي ڳلين ۾، ٻاروتڻ ۾ اٽي ڏکر ۾ لڪ لڪوٽي راند رهي آهي ۾ لغڙ اُڏايا آهن. جواڻيءَ جي نئين نکور شروعات ۾ ڪيئي پيرا ڌڙڪندي دل سان ڪيئي محبتون ماڻيون اٿم، انهن ساڳين ڳلين ۾ ڪلندڙ ڳٽڙکين مان توکي خبر آ، سورهن سالن جي عمر ۾ پهريون پيار ڪنهن سان ڪيو هئم؟ ڪاهہ ڪري آيل انهيءَ ڌارئين لشڪر جي چوڪري سان، جنهن لشڪر طرفان مڙهيل ڏاڍ هيٺ اڄ اسين پيڙجي رهيا آهيون، ۾ پيڙهجڻ ڪان انڪار ڪرڻ لاءِ احتجاج جي ڏوهہ هيٺ، تهائين وڌيڪ پيڙجي رهيا آهيون، سرڪار هٿان. پر تڏهن اُن پهرئين پيار ۾، پنهنجي پنهنجي گهر جي ڇت تي وچ ۾ بيٺل ديوار جي هن پر ۾ هُن پر بيهي، پيار جون ڳالهيون ڪندي اسان کي ڪڏهن خيال ئي نہ آيو تہ ايندڙ وقت رتو ڇاڻ ٿيو، اسانجي پنيان بيٺو آهي. وقت ايندو، جڏهن هڪ ٻئي جي پر مان لنگهدي نفرت جو احساس نانگ جيان ڏنگيندو اسان کي. منهنجي پهرئين پيار جي پڇاڙي نفرت جي اِنهيءَ اظهار تي ٿي هئي. هن منهنجي قوم کي ٻُرو چيو هو ۾ مون هنن کي. اِن لاءِ هن وٽ ڪيئي جذباتي ثبوت هئا ۾ مون وٽ بہ ڪيئي دليل هئا. ان ڪان پوءِ هوريان هوريان مان انهن ساڳين ڳلين ۾ اوپرو ٻڌبو ويس. پنهنجي ئي اندر چڻ ٻي امان ٿي پيو آهيان، جو پنهنجي ئي گهر جي بند

ڪمري ۾ سمهندي به ائين پيو محسوس ٿيندو اٿم، چڻ فٽ پاٿ تي الف-اگهاڙي آسمان هيٺ پيو آهيان ۽ چنڊ به ڪنهن دهشت گرد جي اک جيان ٿو مون کي گهوري ۽ توري تڪي.

مون چيو: وري ڪڏهن ملنداسون؟

هن چيو: تون ۽ مان هاڻي شايد ڪڏهن به نه ملنداسون ۽ جي ملنداسون ته به هو پيري اوپساهيءَ جي ان احساس هيٺ جدا ٿينداسون، ته شايد، اها آخري ملاقات آهي. شايد ان ڪان پوءِ پيهر نه ملون.

اُن ڪان پوءِ ڪيتري دير چپ چاپ ويٺا رهياسون، ڪافي ٿڌي ٿي چڪي هئي. مون محسوس ڪيو ته اهڙي ئي ٿڌ اسانجي اندر ۾ آهي. اُن خاموشيءَ دوران پنهنجي پنهنجي حصي جي ٿڌي ڪافي، زهر جي پيالي جيان هڪ ئي ڍُڪ ۾ پيئندي، مون محسوس ڪيو ته هو به سقراط آهي ۽ مان به سقراط آهيان، پر افسوس اسانجو سُور زهر پيئڻ سان به نٿو مري.

ان ڪانپوءِ

اهڙيون ڪجهه پوريون/ اڻپوريون ملاقاتون. اُنهن ۾ گڏيل پيڙائن، اَڌلڌين ۽ احساسن جو اظهار. اهڙو اظهار ڪڏهن خاموشيءَ رستي ۽ ڪڏهن لفظن رستي. ڪڏهن ٿڌي ڪافي ۽ ڪڏهن گرم. اُن ڪانپوءِ هڪ ڊهائيءَ گهڻو ڊگهو عرصو دوريءَ جو وچ ۾ ڦهلجي بيٺل. اُن ڦهلاءُ ۾ اُهو ئي تاحق، ڏاڍ، اُن جو رد عمل، احتجاج ۽ پڇاڙيءَ ۾ احتجاج جي وات تي لت رکيل ۽ ڪرفيو.

اسانجي آخري ملاقات ڏاڍي عجيب هئي. هڪ صبح بستري ۾ پئي اخبار کولي هئم. ڪتي جيان چپ ڪدي سهڪندڙ اخباري بيان پڙهندي پڙهندي، هڪ فوٽوءَ تي اکيون اٽڪيون هئم ائين، جيئن چار ۾ ڪوريئڙو اٽڪي پوندو آهي. مون پنهنجي نيڻ نهار کي ڦاسندو،

ٿَٽڪندو ۽ نِستو ٿي سهڪندو محسوس ڪيو هو. فساد ۾ مارجي ويل لاوارث لاش سڃاڻو. جي سري هيٺ هُن جو فوٽو ڇپيل هو.
ٻاهر ڪرفيو لڳل هو ۽ اندر مان بستري جي قبر ۾ دفن ٿيل.

●

# پاتال

سانت جو سفر- جيون.

۽ ماڻهوءَ جو من، جيون- بن ۾ هيڪلو جڳن ڪنان.

”ڏس نہ، هيڏي وشال پرٿويءَ تي ڪابہ پناھ گاھ ڪانهي. ڪٿي بہ نہ- ۽- ائين گھوري ڇا ٿو ڏسين!!؟ ائين نہ گھوريندو ڪر مون ڪي، موت جهڙي نهار سان- مون کي ڏڪائي وجهندي آهي تنهنجي اهڙي نهار“.

هن جي نيڻن جي گھور تهائين سرد پوندي ٿي وڃي، موت وانگر- برف وانگر، ۽ هوءَ تن اندر، رڳن تائين ۽ رت ڦڙن تائين موت جو سرد دريا لهندو ٿي محسوس ڪري. هيڪر وري پڇڪي ٿي.

”تہ جڳن ڪنان منهنجي من ۾ هڪڙي ننڍڙي پرسڪون گھر جو جيڪو سپنو پلجي پيو، ڇا ڪڏهن ان کي ساپيان نہ ملندي!!؟“ آواز ٽڙيءَ ۾ گھٽجي، مري- نري ٿو وڃيس.

”گھر!!- مان سوچيندو آهيان، ڇا هر ديوار پناهگاھ بڻجي سگھي ٿي. ڇا هر گھر ۾ ماڻهو رهندا آهن. ڪيترا اهڙا گھر آهن، جن ۾ جانورن جهڙا ماڻهو- ماڻهن جهڙا جانور رهندا آهن. ايڏي اوچي ديوار بہ ڇا اڏي سگھجي ٿي. جنهن کي موت بہ نہ اکري سگھي- هان!!“ آلين ڪائين جو دونهون جڻ نيڻن ۾ پرجي ٿو اڇيس. ڪاہو هٿ نيڻن تي ڏري ٿو ڇڏي. انيڪ پل سانت جو واسو ٿو رهي، ٻنهي جي وچ ۾. ان سانت جي پڇاڙڪي پل ۾، هوءَ جڻ سڏڪو پري ٿي.

”مان- مان- تو کي سڏ بہ آهي تہ- تہ- تنهنجي ٻار جي ماءُ بڻجڻ واري آهيان.“

نيڻن تان ڪاہو هٿ لهي ٿو اڇيس. جڻ اوچتو بيئل پاڻيءَ ۾ پٿر جو شپاڪو ٿيئي. نهار هن جي نيڻن منجھ اٽڪيو ٿي پويس.

”نہ- نہ“ بس ايترو ئي ڪچي سگھي ٿو.

"نہ چوا؟- چا تو مون سان راتيون ناهن گهاريون!!- چا تو ڪڏهن بہ مون کي چهي ناهي ڏنو!؟"

دک ۾ ڪاوڙ وچان نيڻ پرجي تا اچنس ۾ نڪ ڳاڙهو ٿيو ٿو پويس. ڪا بہ ورندي نٿو ڏي.

"توکي- توکي شاڪ پهتو چا!؟" پرجي آيل آواز ۾ پڇيس ٿي.

"ها" سانت ۾ سڏڪو. نيڻ نهار آڏو هوريان هوريان هن جو مک ڏنڌلو پوندو ٿو وڃيس.

"تون چوندو هئين نہ تہ- عورت جي گرڀ ۾ پلجندڙ ٻار، هن پرٿويءَ جي سڀ کان سندر تخليق آهي. چوندو هئين نہ!!؟"

"ها" ڪي ڪن چپ چاپ، ان ساڳي موت جهڙي نهار سان، پولار ۾ گهوريندو ٿو رهي.

"پوءِ توکي ايڏو شاڪ ڇو پهتو، هن ٻار جو ٻڌي!؟ لوڪ ڪنان ٿو ڊڄين نہ!! تون تہ مڙد آهين نہ، تڏهن بہ!! ۽ مان عورت هوندي بہ نٿي ڊڄان. توکي ڪانهي سڌ تہ مون کي ڪيڏو پيارو آهي، هن ٻار جو سپنو." لڙڪ لڙي اچن، ان کان اڳ ئي نيڻن تي هٿ ڏري ٿي ڇڏي.

انيڪ پل هو چپ چاپ، ڪيس ٽڪ ٻڌي ڏسندو ٿو رهي.

"ٻڌ"- ڪابہ ورندي نٿي ڏي (سانت ۾ سڏڪو). هو نيڻن تي ڏريل هٿ، پنهنجن هٿن ۾ جهلي، هيڪر وري پڪاريس ٿو.

"ٻڌ-!!- هن يگ ۾ جڏهن ماڻهو ماڻهوءَ جو ماس ڪائي رهيو آهي ۽ موت چوڌسا ۾ پر ڦهلايو بيٺو آهي، تڏهن چا اسان کي اڌيڪار آهي ڪنهن انسان کي جنمڻ جو- هان!!"

موڻ ۾ هن جي نيڻن منجھ اپري ٿا اچن اچرج جا ڀاوَ ڇڻ ڪجھ بہ نہ پئي سمجهي.

"مان سوچيان ٿو، تنهنجي گرڀ ۾، هي ٻار جو پيو آهي، هن بارود جي يگ ۾، چا ڪنهن پيانڪ جنگ جي بارود ۾ گهٽجي گهٽجي مري وڃڻ لاءِ جنم وٺندو!!؟ ۽- ۽ هيڏي بک آهي، هن وشال پرٿويءَ تي. نجاڻ روز ڪيترا ٻار بک وگهي مري وڃن ٿا!!- ۽-"

"بس ڪر-" ڪاوڙ ۾ پيڙا وچان، نڙيءَ مان گهٽيل گهٽيل رڙ ٿي نڪري وڃيس.

”ڳالهائڻ ڏي مون کي. توکي ڪانهي سڌ تہ ڪيڏو وڏو دوزخ ٻرڻ وارو آهي هن ڌرتيءَ تي ۽ موت ڪيڏو ڀيانڪ ٿي پيو آهي. سلو پوائزن جيان جيئندو ۽ مرندو، هن يگ ۾ ايندڙ يگن جو ماڻهو- ۽- ۽ پناهہ گاهہ ڪٿي بہ ڪانهي.“

”پاڳل ٿي پيو آهين تون تہ-“

”هر اهو ماڻهو، جيڪو پاڻ کي هيڏي ڀيانڪ يگ ۾ ايڊجسٽ ڪري نہ سگهندو، سو يا تہ پاڳل ٿي پوندو يا آپگهات ڪري مري ويندو. تڏهن بہ تون جنمڻ ٿي چاهين اِهيو ٻار!!؟“

نيڻن منجهہ لهي ٿي اچيس سوٽ جهڙي سرد نهار- پيڙا وچان ڪيس ٽڪ ٻڌي ڏسندي ٿي رهي.

”تون مون کي ٻڌي نہ رهي آهين نہ!!؟“

”توکي ٻڌڻ لاءِ جيڪا سگهہ گهرجي ٿي نہ، سا مون ۾ آهي ئي ڪٿي!!“

هو ائين ئي بنا ڪنهن معنيٰ جي ڪلي پئي ٿو، چڻ سڏڪندو هجي.

”اِها سگهہ تہ مون ۾ بہ ناهي، تڏهن توکي پاڳل ٿو لڳان- پر- ٻڌ!! تون ڇو ڪنهن انسان کي سيڪجهہ ڇاڻنڌي بہ- موت جي ان ٻرندڙ دوزخ ۾ اڇلڻ ٿي چاهين!؟ ڏسي سگهنديئن ان کي زهرَ ٻڌاڻل هٿيارن جي زهر ۾ سڏڪي سڏڪي مرندو!! چپ ڇو آهين!؟ ڪجهہ تہ ڪڇ نہ!“

”پوءِ!!؟؟“ پاتال مان ڄڻ آواز ٿو اچيس.

”پوءِ- پوءِ، ابارشن ڪرائي ڇڏ.“

سانت ۾ سڏڪو- بيئل پاڻيءَ منجهہ پٿر جو ٺپاڪو- پيڙا جي هن درياءَ جو ڪو بہ پار ڪونهي.

”نہ-“ هوءَ پولارن ۾ پاتالن جي سموري سگهہ پاڻ ۾ سموئي رڙ ڪرڻ ٿي چاهي.

نہ- نہ- ن- نہ- نہ- نہ- ا- ا- ا- ا- ا-

نيڻن منجهہ لهي آيل دک ۽ پيڙا جا ياوَ تهائين شديد ٿيو ٿا پونس.

”او- ، تون تہ عورت آهين نہ! موتيءَ جهڙو من ٿيندو آهي عورت جو، پوءِ ڇو نٿي تون سمجهين!! ٻڌ!!، هن وشال پرٿويءَ تي ڪٿي بہ ڪا پناهگاهہ ڪانهي. اسانجن هٿن ۾ بارود پريل آهي ۽ ڪير ڇاڻي،

کهڙي سمي، سڀ ڪجھ ڀسم ٿي وڃي، هڪ ئي ڌماڪي سان، تون-
مان ۽- ۽ هو ٻہ"

اداسيءَ مان ڀٽڪي ٿي. پاتال مان ڇڻ اچيس ٿو آواز.

"دک اهيو آهي تہ تو ۾ اُهي سندر ڀاوَ آهن ئي ڪين جيڪي ڪنهن سرجڻهار جي من ۾ پلبا آهن. مون کي- ائين محسوس ٿيندو آهي، ڇڻ- هو پنهنجن پتڪڙن پيرن سان منهنجي انگ- انگ ۾ پيو ڊوڙون پائي. ۽- ۽- ۽ هن جا هٿ منهنجن نيڻن تي رکيا آهن."

تهائين اداسيءَ مان ٿو ورندي ڏي، پولار منجھ ڇڻ گونجيس ٿو آواز.

"۽ دک اهيو آهي تہ، تڏهن ٻہ- تڏهن ٻہ تون هن کي ايندڙ يگ جي دوزخ ۾ اڇلڻ لاءِ جنمڻ ٿي چاهين. ڏس نہ ٻک- ٻي روزگاري- بارود جو ٻرندڙ دوزخ- پيڙا- شڪستون- ۽ چوڌڪسا ۾ ڦهليل موت جا ڪارا ۽ ڀوائتا پاڇولا- ٻيو ڀلا رکيو ئي ڇا آهي هن هيڏي ساري پرٿويءَ تي!! ڇا اهيو سڀ ڪجھ ڏيڻ لاءِ جنمينديئين ڪيس!!؟"

اوچتو، هوءَ ڀاڪرن جي گهيري مان پاڻ ڇڏائي، اٿي ٻيهي ٿي رهي. نيڻن منجهان جڳن جي پريت اجهامڻ ٿي لڳيس ۽ ڌڪار ڀرجي ٿو اچيس هن لاءِ.

"تنهنجي سيني ۾ من ڪتي ٿو ڌڙڪي ڀلا!! پٿر پيو آهي تنهنجي سيني ۾. آئي- آئي هيٽ يو- ها- ٻڌي ڇڏ- نفرت- آهي- مون کي- تو کان- نفرت- آ- هي- مون- مون-" سانت ۾ سڏڪا- آرسيءَ سان پٿر جو ٽڪراءُ.

هو زور سان ٽهڪ ڏئي کلي ٿو پئي. ائين ڇڻ ڪنهن دک- ناٽڪ ۾ ايڪٽنگ ڪندو هجي. هو ڪيس زبردست ايڪٽر لڳي ٿو جيون- اسٽيج تي.

"وڃين ٿي- ڇا!!؟" ڇڻ ٻرندي- ٻرندي اجهامڻ ٿو لڳي.

"ها-". ڀرجي آيل نيڻ- سڏڪو- موت جهڙي سرد نهار.

"اهو ڇاڻندي ٻہ تہ- پناهہ گاهہ ڪٿي ٻہ ناهي- هان!!؟"

"پناهہ گاهون تہ ماڻهوءَ جي من ۾ ٿينديون آهن. جنهن کي پنهنجي من ۾ پناهہ ملي وڃي نہ، ان لاءِ- ان لاءِ هيءَ سموري پرٿوي پناهہ گاهہ بڻجي ويندي آهي."

وڃڻ لاءِ وک کڻي ٿي- ۽ هن جي اندر ۾ ڇڻ ڪجهه ڀري پئي ٿو. ڀرانگهون ڀريندو آڏو اچي بيهي ٿو رهيس، گس جهلي.

”نه وڃ-“

”ترسڻ لاءِ ڪهڙو ڪارڻ آهي باقي!!- تنهنجي من جون سموريون سندرتائون مري- ئري ويون آهن ۽- مون کي تو مان نڳيءَ جي بو اچڻ لڳي آهي. موت جهڙي ان سرد نهار سان نه ڏسندو ڪر مون کي.“

”اهيا، موت جهڙي سرد نهار تہ- تنهنجن نيڻن ۾ بہ آهي.“

ٻنهي جا نيڻ هڪ ٻي ڏي ڪڇي، ٻنا ڪنهن ڪارڻ جي پولار ۾ ڇڻ ڪجهه ڳولڻ ٿا لڳن.

پل، اپل جي سانت کان پوءِ، هو ئي ان سانت ۾ ڀٽڪي ٿو.

”حقيقت اهيا آهي- اسان سڀ، ايندڙ لمحن جو موت اڳواٽ مرڻ لڳا آهيون. ۽- مرڻ کان اڳ هلي آ- هڪ ٻي جا چپ چمي وٺون.“

”چپ چمڻ لاءِ جيڪي ڀاو گهربا آهن نہ، اهي- اهي“. ائين ئي لفظ اڌ پنڌ ۾ ڇڄي پيل.

”مان- وڃان ٿي.“

”مان توکي آخري موڙ تائين ڇڏي اچان ٿو.“

- هو سنسان روڊ تي تکيون وکون کڻندو هن ساڻ هلڻ لڳي ٿو.

."ٻڌ تہ- اسان کي ڪو بہ اڌيڪار ناهي، ان ٻار کي جنمڻ جو. ڇا تون ۽ مان ڪاڻي ناهيون، هيڏا پهاڙ جيڏا ڏک ڀوڳڻ لاءِ- هان!!؟“

ڳالهائيندي، ساهه ڀرجي ٿو اچيس.

”بڪواس ٿو ڪرين تون- نفرت آهي مون کي تو کان. مان- ڪجهه بہ ٿي پوي، ابارشن نہ ڪرائيندس. ڪجهه بہ ٿي پوي- ڪجهه- بہ- ٿي-“ گهنيل گهنيل سڏڪو- گهاٽن ڏکهن وڻن جي هن پار سج اُلهي رهيو آهي. سنسان روڊ جي ڪاري سيني تي وڻن تان ڇڻيل سڪل پيلا پن وکرندا ٿا وڃن. جيون تہ درد جو دريا آهي نہ، ڪٿي آهي،ان جو پار ڀلا!!؟“

پولار ۾ نيڻ کپائي هوءَ پيڙا وچان ڳالهائيندي ٿي هلي.

”تنهنجي سيني ۾ تہ پٿر پيو آهي- نہ تہ- مون کي تہ هينئر سڀ ڪجهه سندر ٿو لڳي- ۽ جڏهن هو جنم وٺندو نہ، تڏهن بہ سڀ

ڪجھ تھائين سندر ٿي پوندو."

"ٻ- جڏھن بارود جو دوزخ ٻرندو- تڏھن اھا سندرتا پل اپل ۾ ٿي ڀسم ٿي ويندي ٻ-"

"تڏھن ٻہ سچ اپرندو- ھر نئون چاول ٻار، نئين سچ سمان ھوندو آھي- تون ڇو نٿو سمجھين- ڇو ٿو مارڻ چاھين ان کي- تو کي دک نہ ٿيندو ڀلا؟"

ھلندو، ھو ڪيس ڪلھن کان پڪڙي، گھاٽي وڻ جي ڇانوَ ھيٺان، ويجھو، ساھ- کان ٻہ ويجھو بيھاري ٿو ڇڏيس.

"وچڻ ڏي مون کي"- پرجي آيل نيڻ.

"تون منھنجي اندر جي سندرتا کي مارڻ ٿو چاھين- ڏس، جيڪڏھن ھو جنم وٺڻ کان اڳ ئي مري پيو نہ- تہ- تہ دوزخ جا اُلا تھائين تڪا ٿي پوندا- ٻ- ٻ ڪيرٻہ نہ رھندو ان کي اجھائڻ لاءِ- ڪير- ٻہ- نہ- رھندو."

"سپنو آھي تنھنجو" اداسائيءَ مان مرڪي ٿو.

"نہ- ان جو ويساھ آھي مون کي."

انيڪ پل ٻنھي جي وچ ۾ سانت جو واسو ٿو رھي- ھوريان- ھوريان ٿھلجندڙ اونداھي.

"وچڻ ڏي مون کي."

"ڇا- موٽي اچڻ لاءِ-!!"

"نہ- ھن موڙ کان مان پنھنجا پيچرا ڌار ٿي جوڙيان- ڏس- منھنجو پيڇو نہ ڪجانءِ- مان نٿي مارڻ چاھيان پنھنجي اندر جي سندرتا کي- ٻڌين ٿو نہ!!"

"ھا- ٻڌان ٿو- ٻ تنھنجي ھر لفظ جو دک ٻہ ڀوڳيان پيو. تو کي مون تي ويساھ ئي ڪٿي آھي ڀلا!- نہ تہ پناھ گاھ ڪٿي ٻہ ڪانھي- سڪون ڪٿي ٻہ ڪونھي. سڀ ڪجھ- فنا جي آخري نقطي تي اچي بيھي رھندو-"

"ڏاڍو ڪنور من آھي تنھنجو."

"ڪنور من وارا ئي جيئندا آھن- نہ تہ- نہ تہ، آرسيءَ جھڙا من تہ پل ۾ ڀور ٿي پوندا آھن."

"تنهنجو من آرسي هجي ها نہ تہ، ان ۾ تون هن وشال پرٿويءَ جي سموري سندرتا پسي سگهين ها- پر- پٿر آهين تون تہ- پٿر- آهين."- هوءَ ڪلهن تي ڏريل سندس هٿ لاهي، تکيون وکون کڻي اڳتي وڌڻ تي لڳي- هو بہ ڀرانگهون ڀريندو، هن ساڻ وک وڌائي ٿو-

"او- ڀڏ تہ!!"

"ڀڏڻ لاءِ باقي رهيو ئي ڇا ڀي- تو تہ من جي آرسي بہ ڀور ڪري ڇڏي آهي."

هن جي ڳالهہ جي ورندي ڏيڻ بدران- ڳالهائيندو هلي ٿو.

"هن کي اهو ضرور ٻڌائجان- تہ مان- هن کي جنمڻ جي فيور ۾ نہ هئس- ان لاءِ- ان لاءِ جو مون نٿي چاهيو تہ هو- تہ- هو ان ڀيانڪ يگ ۾، سڏڪي- سڏڪي جيئڻ لاءِ جنم وٺي. تون- تون ٻڌين پئي نہ- هان-"

ڪن لاءِ هو بيهي ٿي رهي- پرجي آيل نيڻن سان پل اپل لاءِ ڪيس ٽڪ ٻڌيو ڏسندي ٿي رهي.

"ٻڌ!!- هن پل، جڏهن منهنجيءَ ڳري ۾ تنهنجو ٻار پيو آهي. مون کي ائين ٿو محسوس ٿئي، ڄڻ چوڏسا ۾ امن ئي امن آهي. ٻي پناهہ سڪون آهي- هن پرٿويءَ تي- ۽- ۽ منهنجو من- پناهہ ڳام آهي- هن جي ۽ منهنجي- ۽- ۽ فنا ڪان اڳتي بہ- حياتيءَ جا ڏکيا- سلسلا آهن- سڀ ڪجهہ ڏاڍو سندر آهي."

هو بس دک منجهان مرڪي ٿو پئي.

سامهون ئي اهو موڙ آهي، جتان هنن جو الڳ ٿيڻ جو پيچرو ڦٽي ٿو نڪري.

"چڱو- هتان ئي تون موٽي وڃ- منهنجو پيڇو نہ ڪجان- مان- مان، هن وشال پرٿويءَ تي سندرتا ڳولڻ ٿي وڃا- ۽- ۽ جڏهن تنهنجو من آرسيءَ سمان جرڪڻ لڳندو نہ، تڏهن مان ۽ هو توکي ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تي ليي پونداسين." ڪابہ ورندي نٿو ڏي. موت جهڙي سرد نهار سان هن کي موڙ مڙندي ڏسندو ٿو رهي- هوريان هوريان هوءَ نيڻ نهار ڪان الوپ ٿي وڃي ٿي. ۽ هو وڻ هيٺان تنها بيٺو، نيڻ تي ٻئي هٿ ڏري ٿو ڇڏي.

●

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٹَ کي نہ مجن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽُڪل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو ته "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)